# ٽڙندڙ مکڙيون

ترجمو ڪندڙ

**ديوان ڪؤڙومل چندنمل**

١٩٣٦

**قيمت سوا روپيو**

ڇپائيندڙ:-

**ڪؤڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل**

سڌار سڀا، حيدرآباد سنڌ.

Printed by Mr. Sumairsingh Harsasingh at the People's Printing Press West katcha, Hyderabad Sind. & Published by Mr. Hari Sunder Rupchand for the Kauromal Sindh Sahit Mandal, East Katcha, Hyderabad Sind.

# پرستاونا

ديوان ڪؤڙومل صاحب هڪ هاڪارو ۽ نام ڪنيو سنڌي عالم هو. هن جو نالو سڄي سنڌ ۾ سندس علمي لياقتن، نيڪ اعمالن ۽ اوچن آدرشن ڪري اڄ تائين به پرسڌ آهي. ديوان ڪؤڙومل اُن وقت جي سهڻن گهڻن ۽ سچن ديش ڀڳتن مان هڪ هو، جنهن سمي ۾ سنڌ ۾، خاص ڪري اسانجي حيدرآباد نگر ۾، پرماتما جي ڪرپا سان ساڌو نولراءِ، ساڌو هيرانند، راج رشي ڏيارام، ڀائي ڪلاچند، ڀائي مولچند، ڀڳت روپچند ۽ ٻيا ڪيترا ست پُرش استول شرير ۾ قائم هئا ۽ سمدن سگنڌ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليل هئي - جنهن سگنڌ هر هڪ گرهستيءَ جي گهر ۾ واسو ڪيو. مٿين ست پرشن ۽ سائين لوڪن جو خاص مقصد هو، سادگي، نهٺائي، حليمي، همدردي، پرماتما جو ڊپ، غريبن اناٿن جي سيوا، ابلائن ۽ اناٿن تي ديا جو هٿ ڊگهيرڻ ۽ ٻين اهڙن ديا ڌرم جي ڪمن ۾ ماٺو پاڻ موڪين.

ديوان ڪؤڙيمل ۽ مٿين ست پرشن جي اهائي ڪوشش ۽ چاهنا هئي، ته ديس جون ڀڳتي اوٽابون دور ٿين، گهرن مان گهڻي ڪلڪل نڪري وڃي، گهرو جيوني سک سمپتيءَ واري ٿئي ۽ ننڍڙن ٻالڪن ۾ سنا سنا سنسڪار وجهجن، جو هو وڏي هوندي ديس جا گهڙا پريندڙ ٿين ۽ آدرشي جيون گذارين.

جڏهين جڏهين اسان جي حيدرآباد شهر متان وچڙندڙ مرض جهڙوڪ:- پليگ ۽ وبا جهڙيون آپدائون اچي پونديون هيون، تڏهين هي سنڌ جا سونهارا، ساري شهر جي جدا جدا ڪوارٽرن، گهٽين ۽ ڪوچن ۾ شيدن ۽ ڪيرٽن سان دردوندن جيون دليون وندرا هئا، اُنهن جي لنل ردن ني تڏو چدبو وجهندا هئا ۽ سانڻن هرطرح بانهن بيلي ٿي بيهندا هئا. شهر جي ان قسم جي سچي شيوا ڪندي، هو صاحب تن، من ۽ ڌن ارپڻ ڪرڻ ۾ ويرم ني ڪين ڪندا هئا.

ديوان ڪوڙيمل صاحب جي رهڻي، ڪهڻي، بولتي، چولتي بين لاءِ هڪ عمدو مثال هوندي هئي. هو صاحب چوندو هو:- سادو کائجي، سادو هنڊائجي ۽ سادو پهرجي ۽ اوچا خيال رکجن. پرماتما کي سروويا پڪ سمجهي هٿ ڪار ۾ ۽ دل يار ۾ قائم ڪجي. هن صاحب جي آدرشي جيوت اڄ تائين به پيئي ڳائجي ۽ ساراهجي.

ناري وديا لاءِ به هن صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ گهڻو ني ڪجهه ڪيو. هن ڪيترين مشڪلاتن ۽ رنڊڪن کي منهن ڏيئي به ان ڏس ۾ ڪارائتا قدم کنيا. آدرشي ناري تي گهر ڪيئن هلائجي ۽ سانگ صرفو ۽ بارن جو نيپاج انهن تي خاص توجه ڏيندو هو. اڳئين سمي جي استرين جا عمدا عمدا مثال هڪ ڪتاب ۾ لکيائين، جنهن تي نالو رکيائين "آريه ناري چرتر". اهو ڪتاب اڄ تائين به نارين ۽ ڇوڪرين وڏي چاهه

سان پڙهندڙن آهن ۽ ڌرم ڪرم جا عمدا مثال اڳيان
رکي، پاڻ سڌارڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ پنهنجو
فرض سمجهن ٿيون.

سنڌي ساهتيه جي هن صاحب ٽهسين جوڳي
خدمت ڪئي آهي- برڌ اوسنا ۾ بنگالي سکي ڪيترا
عمدا ڪتاب بنگاليءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري
ڇپايائين، جن مان ٽي مکيه هي آهن:-

**١- ڪرم ڦل يا ڪير جو ڪير**
**پاڻيءَ جو پاڻي**

**٢- ٻه مذهبيون**

**٣- راڌا راڻي**

هي ٽيئي پنگتي ناول پڙهڻ وٽان آهن. اهي ٽيئي
ڪتاب ٽيهارو ڪن سال اڳي ڇپايل هئا. هن وقت اُنهن جي
گهڻي گهرج ڏسي، ٽيئي گڏ هڪ گٽڪي ۾، ۽ هڪ
هڪ جدا جدا منڊل پاران ڇپايا ويا آهن، جو سرڳواسي
ديوان ڪوڙي مل صاحب جي اها دلي چاهنا هئي،
ته سندس ڪتاب وقت به وقت ڇپبا رهن، ته پبلڪ
اُنهن جو فائدو وٺندي رهي؛ ۽ اُنهن جي اُپت مان جدا
جدا ڌرمي، پدڪتي ۽ تعليمي سنستائن کي دان ڏنو
وڃي. ان ڀاونا جي پوري ڪرڻ لاءِ منڊل دل و جان
سان ڪوشش ڪري، ديوان صاحب جي پوتر آتما جي
آسيس حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي نماڻي نموني ۾
سعي ڪار رهندو اچي.

**جڳترا ايسر داس شو داساڻي**

# ڪرم جو ڦل

ميمن سنگهه ضلع جو اپرندي بنگال جي ٻين ضلعن
جي ڀيٽ ڪري وڌيڪ ٿڪرائتو آهي لعهنم مدن پور
نالي هڪ ڳوٺ آهي. انهي ڳوٺ ۾ ويهارو ورهيه ٿيا
ته هڪ پوڙهو زميندار رهندو هو. سندس آب مان
آس پاس وارن ڳوٺن جي رهاڪن ۾ نه رڳو انهي ڪري
سرس هو جو هو هڪڙي آڳاٽي ۽ آکاڻتي ڪٽنب
جو سرونڊي هو پر انهي ڪري به جو هو دل ۽ دماغ
جي اوچن گڻن جي کاڻ هو. سائينءَ جي هن پوڙهي
کي ڀڄهي ڀاڃهه هئي. ڌن دولت ۽ سکن جي ڪمي
ڪانه هيس ۽ پٽ پٽن پوٽن جو وڏو دل هوس. رڳو
پرڻي مڙس جي گهر واري چلي ويئي هئي جنهنڪري
ٿن ورهين کان رنڙ ٿيو ويٺو هو. پر پٽن پوٽن جي خوشي
ڪيل ڪوڏ ۽ ناچ ڏاپ جي ڪري هنکي پنهنجي استريءَ
جي نه هجڻ جي لکا ڪانه ٿي پيئي. پٽس ڪيس ڏاڍو
پيار ڪندا ها ۽ ڪڏهين به ڪو اهڙو ڪم نه ڪندا ها
جنهنڪري هو ناراض ٿئي. سداءِ اهڙي پر وندا ها
جو هن جا سڀ ڪم گهرجون پاٽمراديون پيون پوريون
ٿينديون هيون ۽ هونءَ به سندس سک ۽ آرام ۾ ڪوبه

اڱڪاڻ يا وگهن ڪونه پوندو هو ڇو ته ٻاڻ ڏنو نت ۽ پڇندي ۽ وارو هو.

مطلب انهن سڀني ڳالهين مان پور جو ڇوڏري ڪرشن پرساد ڏاڍو سکيو ۽ ڀاڳ وارو ليکبو هو ۽ ماڻهو هنجي ڀاڳ جي ريس ڪندا ها. هو ٻاڻ به ائين سمجهندو هو ۽ اهوئي سبب هو جو هن ڪري هن جي والان ڪڏهين ڪنهن اڙهائي جو اکر به ڪونه ٻڌو هو. هنجي جاء تمام وڏي هئي ۽ هنجي بناوت ڪي ڪجهه پراڻي هندوي نموني تي ۽ ڪي ڪجهه هاڻوڪي يوروپي نموني تي ٺهيل هئي. هيءَ وڏي ۽ شاندار جاء ستن محلن ۾ ورهايل هئي ۽ هرهڪ محل ۾ وري ڪيترين ڪوٺيون هيون. جيتوڻيڪ جاء اهڙي موڪري ۽ اتري ڏرڙي تي ٺهيل هئي جو منجهس جيڪر سڄو ڳوٺ ماڻهو وهي ته به هنجو ڪوئي ڀاڱو وسندي بنا نه هو. هڪڙو سندس ڪٽنب جهجهو هو بيو وري نوڪر چاڪر ۽ ڪم ڏيندي وارا ماڻهو ايترا وڏي ويا هوا جو سڄي جاء جي ڪاٻه ڪنڊ ٻالهي نه هئي. ڪرشن پرساد جي گهر واريءَ جو چالاڻو ٿيو لڏهين هوءَ چار پٽ ۽ چار ڌيئر ڇڏي ويئي. ڇوڪريون چارئي ورن واريون هيون ۽ هرهڪ ڪيترن ٻارن جي ماءُ هئي؛ ڇوڪر اڃا سڀ ڪنوارا هوا ۽ عمر به ڪا ايڏي وڏي ڪانه ٿي ويئي هين؛ سڀني ۾ جو وڏو نيمگر هو تنهنجي ڄمار ٢١ ورهيه مس هئي.

ڪرشن پرساد جينوٽيڪ پراڻو نمونو جو ماڻهو هو ته به
سماجڪ سڌاري جو ڏاڍو ڪوڏيو هو. هنجي اچا هئي
ته پٽن کي ليکين نه پرڻايان جيسين هو پڪا جوان نه
ٿين ۽ اهوئي ڪارڻ هو جو سندس وڏو پٽ رامچند اڃا
ڪنوارو ويٺو هو. انهيءَ جاءِ ۾ ڪرشن پرساد جي پيءُ
جو ڇڙو ڇڙيل پٽ ڪاليداس رهندو هو ۽ هو عمر ۾
رامچند جيڏو هو ۽ ٻنهي جي هڪ ٻئي ۾ ڏاڍي پريت هئي.
ڪاليداس ڏاڍو پڙهيو ۽ حوصلي وارو نينگر هو تنهنڪري
سندس ڏنونت مامي نه رڳو سڄي ڪارخاني جو ڪم
ڪيس سونپي ڇڏيو هو پر هنکي پنهنجو خاص نائب به
مقرر ڪري ڇڏيو هواءِ.

مطلب ته هي ڪٽنب ڏاڍو آسودو هو ۽ سندس
سک سانت ۾ پنگ وجهڻ جهڙي ڪا به ڳالهه ڪانه هئي.
پر ارمان آهي ته سک ڪنهين سان سدا نيبهه ڪونهي
۽ نه خواب نه خيال اوچتوئي اهڙيون ڪي ڳالهيون
نڪري پونديون آهن جن جي ڪري قيئارو پوندو رهندو
آهي ۽ سک سانت ۾ ڏينهان ڏينهن ويندو آهي رخنو پوندو.

۴

اهو ڏينهن ڏاڍو ڪو نڀاڳو هو جنهن ڏينهن
ڪرشن پرساد جي ورتل اوستا پروهت جو چالاڻو ٿيو.
هنکي سنتان ڪانه هئي، نڪو ڪو ويجهو يا پراهون
مٽ مائٽ هوس جو سندس جاءِ پري. هن جي جاءِ تي

ٻيو ٻروهت رکيو هو. اُنهن ڏينهن ۾ اخبارن ۾ اشتهار يا نوٽيس ڇپائڻ جو رواج اڃا ڪونہ ٻيو هو. تنهنڪري ڪرشن پرساد گهڻن پاسن ڏي پنهنجا ماڻهو موڪليا تہ ڪو سشيل پڙهيل ۽ سياڻو برهمڻ ڳولي لهن جو پنهنجو گهر ٻار ڇڏي مٿن مائٽن سان ٻڳو ٽوڙي لڏي اچي ڪرشن پرساد چوڌريءَ جي جاءِ ۾ رهي. انهن ڏينهن ۾ شيءِ وست ۽ داڻو ڪيڏو اهڙو مهانگو ڪين هو جهڙو هاڻي آهي انهيءَ ڪري ڪا نوڪريءَ جي جاءِ خالي ٿيندي هئي پوءِ کهڙي ۽ چڱي هوندي هئي تہ انجي پرڻ لاءِ ڪنهن نہ ماڻهو جي ڳولڻ ۾ گهڻي هلاڪي ڪرڻي پوندي هئي. گهڻن ڏکن ڏاکڙن کان پوءِ نوديپ (نديا) ۾ هڪڙو برهمڻ لڌو جو سيني شاسترن ۾ نپڻ هو ۽ هنجي شيوا پوڄا ۽ ڌرم ساڌن جي چوڌاري هاڪ هئي. دم دلاسي سان هو برهمڻ مدنپور ۾ چوڌريءَ جي ڪٽنب جو پروهت ٿي سداءِ وٽس رهڻ ٿي ريڌو. انهي برهمڻ جو نالو سدانند جوشي هو. هنجي استري ٿورا ڏينهن ٿيا هئا تہ مري ويئي هئي ۽ هن جهان ۾ هڪڙي جوڻن وان ڌيءَ ٻيا ٻيو ڪو هنجو مٽ مائٽ ڪونہ هو. هنجي ڌيءَ جنهنجو نالو بسنت ڪماري هو سا سونهن سوڀيا ۾ اهڙي ٿي ڄهڪي جو راجا اندر جون اپسرائون ڏسندس ها تہ لڄي ٿين ها. سچ پچ هوءَ سونهن جي ديوي هئي ۽ سدانند جوشي جو سداءِ لڳو

ٻيو هوندو ته پنهنجي ايپاس ۾ تنهنڪري هوءَ اڃا تاءِ
ڪنواري ويٺي هئي. جنهن وقت هوءَ پنهنجي پتا سان
مدن پور آئي هئي تنهن وقت هن جي ڄمار ۱۴ ورهين
جي هئي ۽ هن جي سوڀيا جي مکڙي ٽڙندي سندر ڦول
وانگيان ٿيندي ٿي ويئي.

سدا نند کي مدن پور ۾ آئي ٿورائي ڏينهن ٿيا ها
ته هو ننڍن وڏن سيٺين سان ولي ملي ويو ۽ سيٺين
کي وڻي ويو. پڻ پاسي وري بسنت ڪماري
ڪرشن پرساد جي گهر جي سيٺاڻي استرين سان لهي ويئي
جنهنڪري هن سيٺاڻي کي ايٿي وڻندي هئي.
ڪيترا ڏينهن انهن سڀ ڪم ڪار ڏاڍو مزي سان پئي
هليو. ليڪن هن گهر جي خوشيءَ جي آسمان جي وٽ
جي پرسان هڪڙو ننڍڙو ڪڪر ڏسڻ ۾ اچڻ لڳو ۽
اهو ڪڪر ويو آهستو آهستو مدن پور جي ساري صفا
آسمان تي پکڙيو. اهو ڳاڙهو ڪڪر هو تنهنڪري ٻاڻ
سان ئي حد خرابي ۽ بربادي وٺي آيو هو. اهو ڪڪر
ڪهڙو هو تنهنجو ورڻن اڳتي ٿيندو.

-۳-

رامچند جو جوين قولندڙ هو. بسنت ڪماريءَ جي
جيءَ جلائيندڙ سونهن ۽ متوالي جوين جو پرڀاءُ هن تي
پوڻ بنا رهڻ جو ڪين هو. ڏيري ڏيري هن جي
محبت هن جي دل ۾ اهڙي جاءِ ڪري ويئي جو ڪڍڻ ڪانه پئي. هو

هن سان پرڻجڻ جا اڻ سڌا پڌرڻ لڳو. ارمان آهي جو
هو پنهنجي ٻي سمجهيءَ ڪري هن ڳالهه ڪان وِسلو
رهيو هو ته پٽس سندس شاديءَ جو ٻيو ٽپڪر ڪيو آهي.
هڪڙي وڏي ونهين وسندي گهرائي ۾ جنهنجي
زميندار سندن زمينداريءَ سان لڳو لڳ، هئي انهي
سندس شاديءَ جو ٻلو پٽس ڪري ڇڏيو هو. رامچند
پنهنجي دل ۾ ائين سمجهي ويٺو هو ته منهنجي جا اڳا
آهي تنهن منهنجي پتا با ٻئي ڪنهن مت مائٽ جي
ڪا روڪ رنڊڪ ڪا نه هوندي؛ تنهنڪري هو نه
پريم جي شربت جا ڍڪ مزي سان پيئندو رهندو
هو. بسنت ڪماري جا ڪي اهڙا لڇڻ هنجي ڏسڻ ۾
آيا جن مان هن سمجهو ته هوءَ پورڙي سرل سڀاءَ واري
نينگر آهي. هنجو رڌو نشڪپٽ ۽ پوتر آهي، انهيڪري
هيڪاري هن لي وڏيڪ موهت ٿيندو ويو. هوءَ ڪيس
ڏسندي هئي ته لڄ ٿيندي هيس؛ ۽ هنکي توڙي
سندس اکيان اڳڻ جا گهٽا وجهه ملندا ها ته به هوءَ
اکيون کڻي ڏانهس نهاريندي ڪين هئي. رڳو جڏهين
ڏسندي هئي ته پيو ڪو ڏسيم ڪونٿو تڏهين لڪ ڇپ
۾ ڏانهنس اکيون کڻندي هئي. جيڪڏهين ڪنهن مهل
سندس آب ڪٿورا اکيون رامچند جي اکين سان ملي
وينديون هيون ته هوءَ جهٽ هيٺ ڪنڌ کڻي ڪندي هئي
۽ هنجي گلابي ڳلن تي سرخي ڇانئجي ويندي هئي.

جي هو ڪا شيءِ هٿ ۾ ڏيندو هوس ته هٿ ڏڪڻ
لڳندا هئس. انهيءَ ريت ڪيترا مهينا گذري ويا.
جيتوڻيڪ تنهن جي آڳني اندرئي اندر جهرو پئي
جلايس ته به رامچند کي اهڙي همت نه ٿي جو ٻاهر
ڪنهن سان ان ڳالهه جي ٻاڦ نڪي ڪڍي. تنهن جي
آخر هنجي جگر ۾ اهڙي ڦڙڪي لڳي جو جڏهن هنجي
دٻائڻ جي پيو ڪري تڏهن وڌي وڌيڪ وڌندي.
نيٺ وڃي لڌي پنهنجو سارو حال پنهنجي پياري پريتم
۽ مائٽ ڪاليداس سان وڃي اوريائين. اها ڪا اهڙي
اندوري گهڙي هئي جنهن ۾ هو اهو مورڪپٽي جو ڪم
ڪري ويٺو. پاڪائڻ جو ڳالهه ڪندي هن ائين ڏٺو
ته ڪاليداس پنهنجا چپ ڏندن سان پيو پڪيڙي ۽
ڪنهن ڪنهن مهل هنجي منهن جو ڏاڍو ڀيانڪ روپ
ٿيو وڃي. انهيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو هو تنهنجي ڪل
ڪاليداس بنا ٻئي ڪنهين کي ڪانه هئي.

رامچند پنهنجن خيالن ۾ اهڙو ٿپ هو جو ٻيا ته هن
انهن ڳالهين ڏي ڌيان ڪونه ڪيو يا هن جي درشٽي
پنهنجي دوست جي منهن تي پئي ته منهن جي ڦوڪي
ڦرڻ کي هڪڙي رواجي ڳالهه ڄاڻي هن انهي ڳالهه
جي ڪا پرواه ڪانه ڪئي.

انهيءَ ڏينهن سانجهيءَ جو ڪرشن پرساد کي سڄي
ڳالهه جي سڌ پئجي ويئي. ڪاليداس کي پنهنجي

ماڻهن جي سياري جي ٿڌڪي ۾ سڌ هٿن اُٺهن ڪري هن
انهيءَ ماڻ پنهنجو گهرواڻي کي مطلب ڪڍيو هو.
هن کي خبر هئي ته ڪرشن پرساد اهڙو ماڻهو آهي جو
سڀ ڪجهه هٿان ڏيئي وهندو پر پنهنجي ڳالهه کان
ڪڏا چت ڪين ڦرندو ۽ هن انهيءَ ڏان ڪيترا مهنا
اڳڻي اهو نهراڻ ڪري ڇڏيو هو ته آءٌ پنهنجي پٽ جي
شادي ٻر واري زميندار جي نياڻيءَ سان ڪندس،
انهيءَ لاءِ ته پنهي ڪٽنبن جي پاڻ ملڻ ڪري اسانجو
زور ۽ پڇندي ميمنسنگ ضلع ۾ پوريءَ طرح پڌري
ٿيندي. انهيءَ رات رامچند جي آس پوري ٿيڻ جو
ڪو به اپاءُ ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو. ڪرشن پرساد کي
جڏهن پٽس جي نينهن لڳڻ جي سڌ پيئي تڏهين هن
وڏو مٿي ڪاڻ ڪئي ۽ لُرت رامچند کي پاڻ وٽ ڪوٺي
پنهنجون رٿون ڪٿون ۽ ارادو کولي ٻڌايائين. انهيءَ
وقت سوڌو هو رامچند کي ڏاڍو ڏيرجوان ۽ آگيا
ڪاري سمجهندو هو ۽ اها ڳالهه هنجي سمجهه ۾ نٿي
سمائي سگهي ته منهنجو پٽ ڪو منهنجي آگيا کان ٻاهر
ويندو پر اهو هنجو ڀروسو اجايو ڏسڻ ۾ آيو. پرئي مڙس
پنهنجي پٽ جي خيالن ڦيرائڻ ۽ هنجي نينهن ۽ سڪ جي
اجاين اٿ سٿن کي هٽائڻ لاءِ جتن ڪرڻ ۾ گهٽايو ڪين
پر هنجي ڪا به هلي نه سگهي. رامچند ڏاڍي ادب ۽ اُتر
همت سان پيءُ کي چيو ته سائين! اجي پڻ ٻُڌمس ته سمت ڪماريءَ

ساڻ پرڻيس ته ڪنوارو ئي مرندس. نيٺ جڏهين
ڪرشن پرساد جي سمجهاڻين پرماڻ ۽ ڏمڪين مان ڪي
ڪين وريو تڏهين هن سڄي ڳوٺ ۾ اهو هل ڪڍي اُٿاريو
ته آءٌ پاڻ بسنت ڪماريءَ ساڻ ٿو شادي ڪريان. پاڻياءِ
انهي ڪري رامچند جون آسون اميدون سڀ ٻڏي
وينديون. اهو ٻڌي رامچند کان پاڻ جهليو نه ويو ۽
هنجي ڪاوڙ سندس وس کان ٻاهر نڪري ويئي. هو
ڪامند وسڙندو ۽ ڏڪندو ٿڙ ٿڙ ڪندو پنهنجي پيءُ وٽان
هليو ويو. ٻڙ ٻڙ ڪندي سندس واتون جيڪي پئي
نڪتا سي ڪوئي ماڻهو ڇنيءَ ريت سمجهي ڪونه
سگهيو. ٻئي پاسي وري پرڻي مڙس زميندار کي
اهڙي ڪاوڙ اچي چڙهي جو الي ويني ويني. انهي
وير پنهنجي پرڄا لاءِ پيو ڏينهن ڪٽي ٿيرايائين. انهي
۾ شڪ ڪونهي ته جي رامچند سدا نند جوشيءَ جو ناتي
ٿئي ها ته هو ڏاڍو پرسن ٿئي ها، پر جڏهين اها ڳالهه
نه ٿيڻي هئي تڏهين هن لوڀيءَ پنڊت ڪرشن پرساد
ساڻ ماٽي ڳنڍڻ ڪيئي پنهنجي ڪاڻ وڏو مان سمجهيو ۽
چاڪاڻ جو ساري ضلع ۾ هنجهڙو ڀاڳيو ۽ پڇندي وارو
ٻيو زميندار ڪونه هو. لهڪري هن چالو ته منهنجي
ڀاڻي وڃي هن گهر ۾ سڪي سهنجي ٿيندي. مطلب
ته انهيءَ ڳالهه جي پوري ريت صفائي ٿي ويئي ته
ٻئي ڏينهن سانجهيءَ ويلي ڏيٺس پرڻجي ويندي.

## ۴

ٻئي ڏينهن سويري مدن پور ۽ آس پاس وارن ڳوٺن ۾ اها خبر پکڙجي ويئي ته رات ڪرشن پرساد چوڌري مارجي ويو آهي. جنهن هي ڳالهه ٻڌي تنهن کي ويساهه ئي نٿي آيو پر خون ڪستوري ڪٿي لڪي. اها ڳالهه چوڌاري هلي ويئي ته هن جو مڙهه رت جهڙي اڇي بستري تي رت سان ڀريو پيو آهي ۽ سندس ڳلو هڪ ڪن ڪان ٻئي ڪن تائين ڪپيو پيو آهي. هي ڀيانڪ حادثو جنهن ٻڌو تنهنجا لڱ ڪانڊارجي ويا.

مڙهه اڃا ڏسي ترت رامچند جي لاءِ ڦولا ۾ پيا پر هنجو ڪٿي به پتو ڪونه پيو. اٿين ٻئي پاسي ته هو پلٽي در ڪان نڪري هليو ويو آهي ۽ ڇاڪاڻ ته انهيءَ پاسي ڀري وارو ٻيلو ڪونه هو ۽ تنهنڪري هنکي ڪنهن ويندو ڪونه ڏٺو. جڏهين هنجي ڪوٺيءَ جي جاچ ڪيائون تڏهين فرش تي رت جا ڇٽا ڏسڻ ۾ آيا ۽ هند هيٺان هڪ ٽڪي ڌار واري پاڪي پيل لڌي جنهن تي رت جا ڦڙا ڄميا پيا ها.

هن حادثي جي سڌ ترت پوليس کي ڏني ويئي. ٿوري ويرم ڪان پوءِ ٿاڻيدار ۽ ڪيترا سپاهي اچي سهڙيا. ٺيڪ جاچ جوچ ڪري اها ڳالهه ٺهرائي ويئي ته هٿا ڳهاڻ جو ڏوهه ٿيو آهي ۽ ڏوهي رامچند بنا ٻيو ڪو ڪونهي.

-٥

ڪرشن پرساد جي ڌارڻ ۽ رامچند جي پڪڙجي وڃڻ
کان پوءِ ساري ڪارخاني جو ڪم ڪاليداس پنهنجي
هٿ ڪيو ۽ چالاڪائي جو ڪنل چوڏري جا پيا ۽ پٽ
ايڏا اهڙا ڦونڊ ۽ هوشيار نه هوا جو اِنتري ڪم ڪار
کي مٿو ڏيئي سگهن.

گوٺيءَ ۾ سيڪڙن ماڻهن جو اهو خيال هو ته رامچند
جو پنهنجي پيءُ جي لوهوءَ مان هٿ ڪڍيا آهن سو هن
ڪري ته بسنت ڪماري جنهن سان سندس نينهن
لڳل هو تنهن سان هن پرڻجڻ جو ٺهراءُ ڪيو هو ۽ انهي
ڏوهه ڪرڻ پڄاڻا هو پڪڙجي ويو آهي ته ڪيس جا سزا
ضرور ملڻي آهي تنهن کان بچي وڃي. پوليس عملدار
به نيٺ انهي ڳالهه تي اچي بيٺا ۽ چالاڪ جو رامچند
جي سمهڻ واري ڪوٺيءَ مان رت لڳل پاڪي جتا
لڌي هوائون سا وڏي ثابتي هين. انهيءَ کان وڌيڪ
ڄهڙي پڪي ثابتي انهي ڳالهه جي ته خوني پڪي ويل
رامچند آهي ٻي ورتي ڪهڙي ملي سگهي ٿا.

ڪاليداس وچاري پنهنجي پوٽين جي ٻچاءَ ۽ پرده
پوشي ڪرڻ ۾ گهٽتائي ڪانه ڪئي ۽ هنجي پڇڻ جا
ڪ گهٽائي سبب دليل ڏنائين ته جنتي سنڄو جهان هڪ
ڀاسي ٿي ڀيهد وڌاتي هڪڙي ماڻهوءَ جو ڪهڙو وس
هلي سگهندو، هن پنهنجون گهڻيون اٽڪلون هلايون

۽ گهڻيون ئي رتون ڪٿون پڌايون پر رامچند جي بسي
ڏوهي هجڻ جي ڪنهين کي ڄاڻ نہ ٿي. ڀلاڳو رامچند!
ٿورا ڏينهن ٿيا تہ ڳوٺ جو هر ڪو ٻار ٻچو جنهنجو مٿر
هو تنهنکي اڄ سڀڪو ڏوهي سمجهي ويٺو هو. سڄي
ڳوٺ ۾ رڳو هڪڙو ماڻهو هو جنهنکي پڪ هئي تہ
رامچند نردوش آهي ۽ اهو ماڻهو ڪاليداس هو. رامچند
جو اڳو ڪهڙو نہ سندر هو، پر سندس پڇو وري ڪهڙو
ڪاروٽي پيو اهڙو ڪارو جو ڪنهنکي سندس موٽي جيئري
ڳوٺ ۾ پير پاڻ جو آسرو ڪونہ هو. سڀني ائين ٿي
ڀانيو تہ سندس باقي چار رلندي پندي بيڪارين
وانگيان ٻيرندي، سڀڪو هن کان پري ڀڄندو، ڪوبہ
ويجهو اچڻ ڪونہ ڏيندس ۽ سڪ سڀني ۾ ڪونہ پسندو.

اٿي وري ٻيو قرار ٿو اٿي. ڇا هو پنهنجي دل ۾ هن
چند جهڙي مهن واري عورت کي نہ پيو ڏسندو هوندو
جا لڪ چپ ۾ اکيون ڪٽي هن ڏي پيئي نهاريندي هئي
۽ جنهن هن جي اندر جو ڀيد پيئي ڄاڻيندي هئي؟
جيتوڻيڪ هو مدن پور کان پري هو پر تہ سندس واس
ڏينهن هڪڙو خيال رامچند جي دل ۾ پڪو جميل
هوندو ۽ ٻيو ويچار هن جي اندر ۾ گهڙي نہ سگهندو
هوندو. اهو پڪو خيال هوس ڀروهت جي اپسرا جهڙي
ڪنيا بسنت ڪماري جو جنهن سان ڪرشن پرساد
شادي ٿي ڪئي.

اسنت ڪماري رامچند جو چمڪندڙ تارو هئي جنهن جي سوجهري ۾ هن پنهنجي جيوت گذارڻ جي چاهنا ڪئي هئي پر هاڻي ته هو هن جڳ ۾ بئي پيري هنجي شڪل ۾ نقي ڏسي سگهيو ٿي ته وري هنجو پنهنجي وطن ڏي موٽڻ ۽ تيئن جهڙي ڳالهه هئي.

مدن پور ۾ ڏيري ڏيري ڪم ڏاندا وري اصلي ڍول تي اچي بيٺا ۽ ماڻهن ڪان پوء ڪرشن پرساد جي ڪسڻ ۽ سندس وڏي پٽ جي هن اَيرندڙ تاري ڪي بوجهندي پڇي وڃڻ جي ڳالهه دل تان مٽي ويئي. اسين مٿي چئي چڪا آهيون، ته زميداري ۽ گهرو ڪمن جو جوڙجڪ ڪاليداس کي سونپيل هو. پر هي ڳالهه ياد رکڻي آهي ته ڪاليداس اهو ڪم لوٽ ۽ کنهنجي چوڻ چائڻ بنا پنهنجي همت نه رکيو هو. سچي ڳالهه هيء آهي ته جڏهين پوليس عملدار ۽ ڪاليداس جا ڪاروباري رامچند جو (جو ملڪيت جو سچو وارث هو) ڪو پتو نيشان لهي نه سگهيا ۽ هن جا نديا پائر بال اوستا جي ڪري ڪم سنڀالڻ جوڳا نه هوا تڏهين ڪاليداس مٽن مائٽن جي ۽ ڪاروبارين جي چوڻ چائڻ ڪري ڪم پنهنجي همت ڪيو هو. هتي هي ڳالهه دل تي رکڻ جهڙي آهي ته سيڪنهن ماڻهوء کي ڪاليداس جي سچائي ۽ سچت تي پورو پروسو هو ۽ سيڪنهن انين تي چالو ته هي پلو مانس جيڪي ڪريتو سو سوارٿ بنا

ٿو ڪري ۽ هنجو آدرش اوچو آهي؛ ۽ سيڪو انهن پائيندو هو ته هي هن ڪتب جو ڳهڻ ڏهرو ۽ انجي مال دولت جو سنڀاليندڙ آهي. ماڻهن ۾ هنجي بابت اهڙا چڱا خيال ويهي ويا ها جو چائيندا ها ته هن ۾ اهڙا سندر ڳڻ ۽ خوبيون آهن جنجي ڪري پيشم پتا مه وانگر واکاڻڻ جوڳو آهي. سدانند جوشي اچا تاءِ مدن پور ۾ هو ۽ سندس سوپياوان ۽ چندرما جهڙي مک واري ڪنيا بسنت ڪماري به وٽس رهندي هئي. ڪرشن پرساد مري ويو هو ۽ رامچند جنهن جي سندس ناني ٽيڻ جي اچا هئي سوالوب ٿي ويو هو؛ پر ڪاليداس پنهنجي چتراڻي ۽ سان هنڪي رپجهائي مدن پور ۾ رهائي ڇڏيو هو. هو سندس ڏاڍو مان رکندو هو ۽ هو پيوي ۽ ودپا جي ڳڻ ۽ ڪتب جي سنبند ڪري انهي ۽ مان جو جوڳ به هو، مطلب ته سدانند جوشي انهي ۽ ساڳئي گهر ۾ هو ۽ سندس آب مان اهڙوئي هليو ٿي آيو جهڙو ڪرشن پرساد جي جيئري هوس.

## ٦-

مدن پور جي چوڌري ۽ جي ڪتب ٿي ليا ڳ جو ڪڪر اچي چانيو تنهنکي هڪڙو ورهيه ٿيو هو. ڪاليداس هاڻي انهي ڪتب جو مکيه ۽ رامچند جي نندن پائون جو سنڀاليندڙ هو. بسنت ڪماري اڃا سوڌو ڪنواري ويٺي هئي، ٿوڙي هنجو پتا راس ڏينهن هنجي لاءِ

چڱي ور ڳولڻ ۾ لڳو پيو هو. هن گهڻائي جوان ڇوڪرن ڏٺا پر گهوٽ پسند ڪونه لڌس. نيٺ هڪڙي ڏينهن ڪاليداس پنهنجي سر وٽس آيو ۽ بسنت ڪماري سان پرڻجڻ جي ڳالهه ساڻس ڇيڙيائين. هو جيتوڻيڪ اهڙو ڏتونت ڪين هو، پر پنهنجي ماءُ جي زمينداري ۽ ملڪيت سنڀاليندڙ هجڻ ڪري ماڻهن ۾ گهڻو مان ۽ ڀڄندي هيس، ۽ اِئين به هو ته اُنهيءَ ڪم مان هو گهڻو ڏن لاڀ ڪري سگهي ها جنهن اڳي ڪيترا ماڻهو ائين ڪمائي ڏيئي ويا ها.

سدانند جوشي ڏاڍو پرسن ٿيو. هن پنهنجي نياڻي کي انهيءَ رت جي سڌ ڏني ۽ چيائينس ته تون ڏاڍي ڀاڳ واري آهين جو ڪاليداس جهڙو سهڻو ۽ ناهوڪو جوان جو چڱو هوند وارو آهي سو توسان پرڻجڻ جي تو اچا ڪري. هن ڀانيو هو ته هي ڳالهه ٻڌي بسنت ڪماري ڏاڍي خوش ٿيندي، پر جڏهين ڏاڍي همت ۽ ڪوملتا سان هن ڪاليداس سان پرڻجڻ جي ناڪار ڪئي تڏهين هن پوڙهي ڇوڪرس کي جو تيرس لڳو تنهنجو انومان توهين ٻاڻ ڪري سگهندؤ. پڻس گهڻائي پرماڻ ڏنا، حيلا حوالا ڪيا ۽ سمجهائين سان گهڻايو ڪين پر کيس ڪين وريو، چئون ٻڌائينس ڊڙڪا داب ڏنائينس پر وريو ڪين. هن هرهر ائين ٻي چيو ته آءٌ شادي ڪين ڪنديس، آءٌ ڪين پرڻبيس ۽ مون جو اهو پرڻ

ڪيو آهي تنهنجو وار جيترو ڦير ڦوڙ وارو نہ آهي؛ ۽ ڪاليداس سان نہ پرڻجڻ جو هن هي بہ ڪارڻ ڏيکاريو تہ جڏهن هڪ پيرو ڪرشن پرساد سان منهنجي پرڻجڻ جي رٿ ٿي چڪي آهي تڏهن هندو ڌرم شاستر سندس پاڻيڇي سان پرڻجڻ جي موڪل ٿو ڏئي. اهو سڀ پچ هڪڙو اهڙو بندن هو جنهنجو ودوان جوشي پاڻ بہ اُتر ڏيئي نہ سگهيو ۽ انهي ڪري هو ڏاڍو اداس ٿيو. هن ڏنو تہ اهڙي راڄائي گهرائي ۾ منهنجي ڌي ٿي پرڻجي نٿ اتي راڄ ڪري ها سيڪو سندس مجنا ۾ رهي ها ۽ سک ۽ سمپتيءَ جي ٽيلي لي ويني رهي ها. ڪاليداس وڃي ونئي پاڻ بسنت ڪماريءَ کي پنهنجو حال ٻڌايو ۽ گهرجي ٻين استرين کان چوايو پر هنجو اديم سڀ نسقل ٿيو. نيمگر ڪنهنجو ڇيو نہ ڇيو ۽ نہ ڪنهن دم دلاسي لي ريڌي. انهي ريت ڪيترا مهنا لنگهي ويا. هن ڪتنب ۾ سک سانت ورتي رهيو هو؛ اهڙي ڪا وروڌ يا وڪاد جهڙي ڳالهہ پڌري ڪانہ ٿي پر نيت هڪڙي ڏينهن اهڙو اچرج جهڙو ڪم ٿي ويو جنهنجي ڪري سڄو گهر ٿرٿلي ۾ اچي ويو. ٻئي ڏينهن سويرو سڌ پيئي؛ بسنت ڪماري پنهنجي ڪوٺيءَ مان گم ٿي ويئي آهي؛ ۽ پنيان ڪو اهڙو اهڃاڻ نہ ڇڏيو هئائين جنهنڪري سندس ڪو ڏس پتو ملي سگهي.

هن کان ٢٠ مهنا اڳي رامچند جي گم ٿيڻ ڪري

هڪ اچرج جهڙي اڌ ماند مڇي وٺي هئي. پر بسنت
ڪماريءَ جي ڳم ٿيڻ ڪري هيڪاري سيني کي گهٽو
لپرس ونـي ويو. هوءَ نـه ڪنهنکي چڱي وٺي هئي
نه ڪاڏي ٿي وڃان ۽ نه ڪنهنکي ساڻ وني وٺي هئي؛
چاڪاڻ ته ٻيا گهر جا سڀ پاڻي اُتي م هئا. اهڙي ڏيرج
وان، لچاري ۽ حياءَ واري نيڻگر کي ٻالا اهڙو ويچار ڪئن
آيو جو هوءَ اهڙي ريت ٻئي جي سڏيال مان نڪري
ٻچي وٺي ۽ پنهنجي ڪٽمب کي وٽو لڳاياءِ. ڪهڙو
ڪارڻ هو جو هوءَ اهڙو پيانڪ ۽ بدناميءَ جهڙو ڪم
ڪري گذري؛ جنهنڪري اهڙو ڪارهن جو نـڪ
ٻاڻ لـي لاٽاءِ جو جيڪر ڪنهن مائٽي گهر جي ڪابه
استري ڪين لائي. هنجي اهڙيءَ هلت ڪان سندس
ٻچڙن خيالن جو انومان ٻئي نڪتو؛ اهڙي اجوگ هلت
ڪان پوءِ هنکي ڪهڙي اميد هوندي تـه پڳوان منهنجو
اپراڌ ڪميا ڪندو؟ خير ڪيئن بـه هجي، هنجي ڳـم
ٿيڻ جو پتو ڪنهن کـي پٺيءَ ڪونه لڳو، ۽ هن ڳجهه
پروڙڻ جي ڪاڻ نظر ڊوڙائڻ جي ڪنهن م سمرٿـي
ڪانه هئي. هنجي بعد ٻي جيڪي ڪپڙا هوا تن ڏاران
نڪو ڪپڙو لٽو ساڻ ڪٽي وٺي هئي ۽ نڪو ڳهه ڳٺو.
انهي ڪري هيڪاري ماڻهن کي وڌيڪ لپرس ٿـي
لڳو، چاڪاڻ جو جيڪڏهين هوءَ ڪنهن بري ڪم لاءِ
ٻچي ها ته پيو نه ته ڳهه ڳنا ضرور کڻي وڃي ها. ماڻهو چوڻ
لڳا جڏهين مٺيا ۽ وستر سڀ ڇڏي وٺي آهي تڏهين

پنهنجي ٿو نه يا ڪو زور سان وٺي ويو اٿس يا نه هوءِ
انهي ڪري هن ديس مان ڀڄي وئي آهي جو اهي
رهڻ ڪري سندس شاديءَ جو بکيڙو پئي هليو، ۽
هنجي گم ٿيڻ جو ڪو به سبب هو نه اُهو هڪڙو ڳجهه
هو جو ڪلي نه سگهيو ۽ ڪنهن منڪر کي هنجي ڪل
پئي نه سگهي.

بسنت ڪماري هئن گهر ڇڏي الوپ ٿي وئي،
لنهنکي ٻه پنج ورهيه نبري ويا، انهي وچ ۾ ڪي اهڙا
ڪم ٿي گذريا جن جو بيان ڪرڻ ضروري ٿو ڏسجي.
ڪاليداس جي شادي رامچند جي ڌيءَ سان ٿي وئي
هئي، ۽ انهيءَ ڪري هنکي جهجهو ڏن به هٿ آيو هو،
۽ ٻچڻدي وارو به ٿيو هو. رامچند جي ننڍين پائون مان
هڪ نه مري ويو هو ۽ باقي جيڪي ٻه پائو هئس سي
لمام نا چڱا ۽ نبل ٿي رهيا ها؛ اهڙو ڪو روڳ هنکي
لڳو هو جنهن گهٽي وانگيان اندرئي اندر پئي ڳاڙين ۽
سڌن مهاندي ڏسڻ کان اٿين پئي پڌرو ٿيو ته هو
ڪڏهين چڱا ڀلا ٿي کٽولي کان اُٿي ڪين سگهندا.
ڪاليداس جو اهڙو ڏهڪاءُ مڙن وينل هو جو چوڻ کان
باهر آهي، ۽ اڄ تاءِ پنهنجي ماٺي جي وڏي ملڪيت
جو سنڀاليندڙ رڳو پاڻهي هو.

ڪاليداس جي استري ڪملا انهي وچ ۾ هڪڙو ٻار
ڄڻيو هو جو هيئر اٽڪي ٽن ورهين جو ٿيو هوءِ. انهيءَ

ٻار جي، جنهنجو نالو هو هيرالعل، اچرج جهڙي ۽ پوائتي
شڪل هئي. هنجي ٻارڙي ٻن تي هڪڙو وڏي عمر
واري ماڻهوءَ جو ٻيو لڳل هو جنهن ٻيا ڪي ڪي هنڌ
گهنجيل پئي ڏنا. نه رڳو هنجو مٿو ٻن جي ڪري تمام
وڏو ۽ گهجو هو، پر وڏي ٻيا عجيب جهڙي ڳالهه هئي سا
هي ته هئي جو هنجو مٿو ناهر ۽ بناوٽ ۾ ڪرشن پرساد جي
مٿي جهڙو هو. جڏهين هو ٻار سمهيو پيو رهندو هو
تڏهين سندس منهن ڪي جيڪو پنائي ڏسندو هو
تنهنکي اها اچرج جهڙي هڪجهڙائي ڏسي تپرس ٿي
ويندو هو.

پر اها ڳالهه الي نه پوري ڪين ٿي ٿئي. هيرالعل
ڪڏهين ڪڏهين اهڙو بي آرام ٿيندو هو، ۽ اهڙا پڇنه
پدرا ڪرڻ لڳندو هو جو نه رڳو نوڪر چاڪر پر هنجي
ماءُ ڪملا بہ انکي ڏسي ڊجي ويندي هئي. اهڙي
حالت ڏسي ٻار کي پيار ڏيئي آرو ٻالو ڪري هنج ۾
وهارڻ يا ڇاتي سان لائڻ ۾ پڻ پيو ٿيندو هوس. هن
ٻار سان وري ٻئس ڪاليداس جو نہ اچرج جهڙو رستو
هو. ڪنهن ڊچل ٻـ ساڻس اهڙو پيار ڪندو هو جو
جيڪو ڏسندو هو سو پائيندو هو نه هن لئي ڇڙيو آهي
آهي ۽ مٿس ساهه ٿو صدقي ڪري، ۽ ڪنهن مهل
نه وري انبن ڏسبو هو ته هن ڪان وٺن ٿو وڃي، ۽ هن
ڪان اهڙي بچان ٿي ٿئيس جو ڪهڙي. بہ ڪنهو پيچ

جيڪڏهن ڪير پٽ ڪان نہ ڪري. انهيءَ مان اهو انومان ٿيو ٿي
ڪري تہ هن جي جيون دکي ٿي گذري. انهن ڏکن
کان سواءِ ڪيس هڪڙي ڀيانڪ روڳ اچي ورتو جنهنکي
ڊاڪٽر ۽ ويد ڏسي چوندا ها تہ علاج کان ٻاهر آهي.
اهو روڳ اهو هو جو سندس ساڄو هٿ سڪي ويو هو.
پوڙهو پروهت سدانند جوشي جيتوڻيڪ پيريءَ ۽
هيڻائيءَ ڪري ڪبڙو ٿي ويو هو تہ بہ اچا پٽي جيو.
مدن پور جي چوڌريءَ جي شاندار حويليءَ ۾ جا ڪيس
رهڻ لاءِ ملي هئي تنهنمان هاڻي ٻاهر اچڻ جي سگهہ
ڪانہ هيس.

سندس پياري ڌيءُ بسنت ڪماري جنهن سان
سندس تمام گهڻو پيار هو اهڙي ريت گم ٿي ويئي لنهن
ڪري هنکي اهڙي چوٽ لڳي جو سندس چيلهہ
ڀڄي پيئي ۽ انهيءَ ڏک ۾ هو ڳري جهري ڏاڍو هيڻو
لبل ٿي ويو ۽ اهڙو ٻاڻلجي ويو جڻڪ منجهس سمجهہ ۽
هوش هوئي ڪونہ. هو ڪنهن ڳالهہ تان اچي لپند،
هو تہ ٻاڻ سنڀالي نہ سگهندو هو، نہ تہ وري ڏينهن جا
ڏينهن ويٺو بہ نہ ٻوليندو هو ۽ مؤنٽي مؤن ۾ رهندو هو؛
ڪو سڏ ڪندو هوس تہ بہ ورندي ڪانہ ڏيندو هو.

انهن ڏينهن ۾ اوچتوئي اوچتو الي ڪو جوڳي اچي
نڪتو. ڳوٺ تہ چڙيو پر آس پاس چوڌاري سڀني
ماڻهن کي وائي انهي جوڳيءَ جي واٽ هئي. هو ڏاڍو

ڏرمشت ۽ تيائي ٻرش هو ۽ ڪٿي ساڳئي ۽ ٽپن ڪري
جيئنو ٽيڪ هئس گهڻا ڪشت ۽ جاکوڙا سٺا هئا تہ بہ
هنجي ڏاڙهي ڪاري ۽ ڪسي ڪجھ ٻڍي هئي ۽
هئي لي ڊگهيون جتائون ڏيس. سندس قد ڪڇيءَ جي
وانگيان سنئون ۽ ڊگهو هو، بت جو رنگ جو ڪڻڪ
سمي شايد ڳورو هو سو اُس ۽ برسات ۾ وڃي لپ ڪڻ
ڪري ڪٽڪ رنگو ٿي پيو هو، ٻہ اکيون ڏاڍيون
ٽکيون ۽ چمڪندڙ هيون ۽ منجهس اهڙو ڪو جادو
هو جو ٻوڙهو توڙي جوان، وڏو ماڻهو توڙي ڪنگال
ڪلمکو توڙي ڏکويل جيڪو بہ ڏانهس نهاريندو هو سو
هن جوڳيءَ جو ٻڪو ٻريتم ٿي پوندو هو.

مدن پور جي ڳوٺ کان ڏيڍ ميل ڪي ٻن ميلن پنڌ
تي هڪڙي ٽڪري هئي، انهي ٽڪري جي هڪڙي
ڪنا ۾ هن جوڳيءَ اچي پنهنجو آسڻ ڪيو هو.

اهڙا غفا هڪڙو اهرج جهڙو غار هئي، جنهن جي
باهمت ماڻهو ياٿمت پانت جون يوَ جهڙيون ڳالهيون ڪندا
هئا ۽ اهوئي ڪارڻ هو جنهنڪري ٻيڙهين کان ڪو هن
غار ۾ نہ گهڙندو هو. ماڻهن ۾ انهين پڌرو هو تہ گهڻو
آڳاٽو منجهس هڪڙو سادو رهندو هو جنهن وٽ پارس
پٿر هو پر هڪڙي لوڀي دنيادار ماڻهوءَ انهي پٿر هٿ
آڻڻ جي لالچ ڪري انهي سادوءَ کي ماري ڇڏيو.
اهو غار ايڏو وڏو هو جو منجهس ڏهہ ماڻهو رهي

سگهن ها، پر انهي ساڌوءَ جي مارجي وڃڻ کان پوءِ کنهن کي اندر وڃڻ جي همت نہ ٿي ٿي، ڇاڪاڻ جو انهيءَ غار جي منهن وٽ رات جو گهڻن ماڻهن کي دونهين دکندي ڏسڻ ۾ آئي هئي ۽ هڪڙو ماڻهو نہ اهڙي ساک ۾ پيئندو هو نہ منهنجي پتا هن ساڌوءَ کي اتي سماڌي لائـي ويٺل ڏٺو آهي. تنهن کان سواءِ کي ماڻهو ائين بہ چوندا ها تہ اسان اڌ رات مهل اتان اچرج ڀريا آواز نڪرندا ٻڌا آهن.

اهڙي ڀوائتي غار ۾ جنهن کان سڀڪو ماڻهو ڀـيـو کنبندو هو انهي جوڳي اچي پنهنجي ٻيٺڪ ڪئي. هن کي گهڻو ڳالهائڻ نہ وڻندو هو ۽ نہ ڪڏهين آس پاس وارن ڳوٺن ۾ ڀکيا ڪرڻ ويندو هو. هو هڪڙي نرالي سڀاءَ جو اچرج ڀريو ماڻهو هو ۽ سندس رهڻي بہ عجب طرح جي هئي. هو گهڻو نہ ڳالهائيندو هو پر جي هڪ پيرو سندس زبان کلندي هئي تہ پوءِ پهگتي ۽ ڌرمي ڳالهين لي بحث ڪندي پهر اجري ويندا هئس. اهڙن وقتن لي جي وچن سندس مک مان نڪرندا هئا سي سندس سوچ ويچار ۽ سياڻپ جي ساک ڏيندا ها. سچ ڳالهہ اها آهي تہ سندس ڳالهہ ٻولهہ ضرورت کان وڌيڪ ڪڏهين بہ نہ ٿيندي هئي ۽ جيڪي چوندو هو سو ارٿ سان ڀريل ۽ جيڪڏهين ڪو هنجي کيل وارتا کي سوکم ڪرڻ چاهيندو هو تہ ڪڏهن بہ سوپارو نہ ٿيندو هو. هو ڏاڍو

جهڙو بهتر ڪرڻ وارو هو. جيڪڏهين ڪو هنجي وديا جي پريکشيا وٺڻ لاءِ وٽس ويندو هو ته هو هڪ پلڪ ۾ ڦڪو ٿي موٽي ايندو هو.

هن جا متا ڏاڍا پڪا ۽ پرماڻ نيڪ ۽ ڏاڍا جبرا ها. هڪ ڪاڻ اهڙي ڳالهه ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي آئي جنهنمان پرسڌ ٿئي ته هو بناولي نگه يا ڪوڙو ڪي باز ساڌو آهي. سگهوئي ڀراڙيءَ ۾ جوڦير سنڌس ناناچار پکڙجي ويو ۽ لوڪن ۾ اهو هل هو ته هن کي نه پڇڻ جهڙن روڳن جي چناڻ جي سامرٿي آهي، ۽ هو اهڙا اچرج جهڙا کيل تو ڏيکاري جن کان ماڻهوءَ جو عقل چرخ کائي تو وڃي. ڪڏهين ڪڏهين ماڻهن کي هي اچنبو ڏسي حيرت وٺندي هئي ته هڪڙي جوڳڻ به هن وٽ وڃي ٿي رهي. اها جوڳڻ هن کان به وڌيڪ ڦوڪه ۾ هئي ۽ بت جو گهاٽ ڏاڍو ناهوڪو هوس ۽ سونهن ۾ جهڙس ڪو نه هو. اڻين پئي پاسيو ته هي راڄا اِندر جي اها اپڇرا آهي جنهنکي دربار مان نيڪالي ملي هئي ۽ هاڻي هوءَ پنهنجي ردي جي رڳن پورڻ جي ڳولا ۾ جوڳڻ ٿي گهمندي ٿي وتي. هنجي هلت چلت ۾ اچرج جهڙي سوڀيا هئي ۽ پر هوءَ ڏاڍي ڏيرج واري ٿي ڏٺي ۽ سنڌس، منهن مان اڻين ٿي ڏٺو ته هوءَ سداءِ سوچ ويچار جي هيراڪ آهي.

هوءَ رڳو ڪنهن ڪنهن مهل جوڳيءَ وٽ ويندي ڏسبي هئي ۽ ڪنهن کي سڌ نه هئي ته هوءَ ڪٿان آئي آهي ۽

ڪنڌ هيٺ ڪري اتي رهي ٿي. هن جو اتي هجڻ اهو هڪڙو
ڳجهه هو جنهن جو پتو ڪنهن کي ڪونه پيو. پر هن جي
هڪ اچرج جهڙي ڳالهه هيءَ هئي ته ڪنهن جي گهر ۾
هوءَ دک، ڪشٽ يا بيماري ٻڌندي هئي ته هوءَ بنا ڪوٺئي
دکئي کي دلاسي ڏيڻ بيمار جي اوکد ڪرڻ ڪاڻ انهيءَ
گهر ۾ هلي ويندي هئي. هن جو ڳالهائڻ اهڙو مٺو ۽ موهيندڙ
هو جو هن سڀني کي موهي وڌو ۽ هوءَ ننڍا وڏا سڀ
ماڻهو هن کي گڻن جي کاڻ ڪري سمجهندا هئا. هن جو
جڳت ۾ اوچ آدرش اهو هو ته روڳين جي سنڀال ڪجي
۽ جي مرڻ پر تي اچي بيٺا آهن تن جا ڏينهن سکالا
نيرن آنهنلاءِ جتن ڪجي.

ڪنهن کي ڪل ڪانه پيئي ته هي اچرج جهڙو جوڙو
ڪير آهي ۽ ڪٿان آيو آهي؛ پر ماڻهن جو مٿن اهڙو
ويساهه هو جو سوين ماڻهو انهيءَ غار ۾ وڃي سڀ ڪنهن ڪم
جي جوڳيءَ سان صلاح ڪندا هئا. جوڳيءَ جو ناماچار سنتتئي
چوڦير بڪڙ جي ويو ۽ ويندي ويندي چوڌريءَ جي ڪٽنب
جي زنانخاني ۾ به انهيءَ خبر وڃي پهتي. ڪاليداس جي
پتني تمام سهڻي ۽ پتورتا استري هئي؛ هوءَ ڌيرج وان،
سشيل، لڄاونتي، سويبڪ ۽ چڱن گڻن واري هئي.
ڌيري ڌيري هنکي جوڳيءَ جي درشن جو چاهه ٿيو؛
پر آپدا هيءَ هئي ته هوءَ پنهنجي پتيءَ جي آگيا ۽ جاڻ
بنا گهر کان ٻاهر نڪري سگهي. هن گهڻائي پيرا

پنهنجي پتيءَ کان انهيءَ لاءِ موڪل گهري پر ڪاليداس
پڌي اڻ پڌي ڪري ڇڏيندو هو. هن ويچاريءَ کي
ڪهڙي سڌ ته هو ائين ڇو ٿو ڪري. ڪاليداس هئن
هن سان گهڻو پيار ڪندو هو ۽ ڪيس گهڻو گهرندو هو
پر ڏسڻ ۾ پئي آيو ته سندس دل ۾ اهڙي ڪا ڳجهي
ڳالهه آهي جنهنجي ويچاريءَ ڪملا کي پتيءَ سڌ ڪانهي.
انهيءَ ريت ڪملا جيتوڻيڪ سيڪنهن وقت پنهنجي
پتيءَ جي خيال ۾ لڳي رهندي هئي ۽ جيتوڻيڪ هن
جي دل هڪڙي آرسي هئي جنهنمر ڪاليداس جيڪا
ڳالهه چاهي ڏسي سگهي ها ته به سندس پتار جي
حالت ٻي هئي. هنجا خيال سداءِ ڪملا جي پاسي لڳل
نه رهندا ها ۽ انهن ٻنهي ۾ رڳو اينترو فير هو.

٩

اهڙي ريت ڪئين مهنا نبري ويا. هڪ مند پنيان
ٻي مند ايندي رهي. پر سرشٽي جو اهڙو جبرو نيم
آهي جو اهو جوڙجڪ توڙي آد کان هليو ٿو اچي ته به
مند مٽجي نٿي. آرهڙ پنيان سرو، سرو پنيان سيارو هليو
اچي. مند تي وٽن جا پن ڪرڻ لڳا ۽ تڏ پوڻ لڳي.
ٽڪرين لي اهڙو ڪوهيڙو پوڻ لڳو جو ڪي به ڏسي
نه سگهجي. ماڻهن جوڳيءَ کي ويران وير وينتي پئي
ڪئي ته جي سداءِ نه ته به تورن ڏينهن ڪاڻ اها سرد
غار ڇڏي آس پاس ڪنهن جاءِ ۾ هلي رهوءِ الي هتي

کان سردي جائي گهٽ هوندي، پر جوڳي ڏيرج ۽ ٿڌ سان انڪار ڪندو رهيو. هن ماڻهن کي هن ريت چٽي پٽي ٽاريو ته ساڌو ۽ کي گرمي ۽ سردي سڀ سمان آهي، اسين جڏهين سنسار جو سڀ سک ٿياڳ ڪري ويٺا آهيون تڏهين ٿڌ کان پاڻ بچائڻ جا اپاءَ ڳولڻ وئرٿ آهن.

مطلب ته انهن ڏينهن ۾ جڏهين ڏندن ٽڙڪائڻ جهڙي ٿڌ ٿي پيئي تڏهين ڪاليداس گهڻي ليلائڻ سان ڪملا کي جوڳيءَ جي درشن جي موڪل ڏني، پر ڪملا جو وڃڻ ڪو عام ماڻهن جي وڃڻ جهڙو ڪين هو. نهرايل ڏينهن تي حڪم ڦري ويو ته ڳوٺ جو ڪو به ماڻهو اڄ جوڳيءَ وٽ نه وڃي. ڪاليداس جو ماڻهن ۾ ڏاڍو ڌاڪو هو ۽ ڪنهنکي اُنکي آگيا جي ورڌ هلڻ جي مجال نه هئي. انهي ڏينهن سوير جو ڪيترئين پالڪيون گهرايون ويون ۽ ڪملا پنهنجن پورهيتن ۽ نوڪريائين سوڌو نڪريءَ ڏي چڙهي هلي. انهن پالڪين سان ڪملا ۽ سندس نوڪرياڻن کان سواءِ ڪيترا ٽهليا پيادا ۽ دربان ۽ بيا ماڻهو به ها. ڪملا جو ڇوڪر هيرالال به ساڻس هو. هڪ وڻ جي ور ۾ هي سڀ جوڳيءَ جي آستان جي ويجهو وڃي پهتا، ۽ جوڳي پاڻ انهن جي آدرسنمان ڪرڻ ڪاڻ گُفا کان ٻاهر نڪتو.

ڪملا جوڳيءَ سان گهڻي ويرم تاءِ ويهي ڳالهه ٻولهه

ڪئي، جنهن وچ ۾ هن پنهنجي پٽيءَ، ڀڳل رامچند جي پائرن ۽ پنهنجي پٽ جي بيمارين جو ورنن ڪيو ۽ انهن جي ڪارڻ اعتڙا اوکد گهرياءِ جو هوچٽي چڱا ڀلا ٿين.

جوڳيءَ دوائون ڏيڻيون نه ڪيون ۽ ڪي شرط اعتڙا ڪڻن وڌاءِ جنهن ٻور و ڪرڻ ڪو سولو ڪم نه هو. هن چيو نه مون اهو سنڪلپ ڪيو آهي ته سڀني چئار ڪنهن گرهستيءَ جي گهر ۾ پير نه پائيندس، تنهنڪري ڪاليداس ۽ رامچند جي پائرنکي اوس هت مون وٽ اچڻو پوندو. اتي ڪملا وينتي ڪئي ته جي ڪاليداس کي ڪنهن ريت ٻاهر ڪڍي هت آڻجي ته ڀلي هجن ڇوڪرن جو هت اچڻ ڪنهن به ريت ٺيڪ نه آهي جو هو ڪتولي ٿان اٿي نٿا سگهن، تنهن تي جوڳيءَ هڪڙو اچو سفوف جو ڪنهن شيءِ جي رک ٿي پائيو ڪڍي ڪملا کي ڏنو ۽ چيائين ته هن دوا جي کائڻ ڪري ڇوڪرن جو لپ لهي ويندو ۽ جيڪا مول بيماري اٿن سا نه ويندي.

ايتري ڳالهه ٻولهه پڄاڻا ڪملا پنهنجي نوڪرن چاڪرن سوڌي موٽي پنهنجي گهر آئي.

## ١٠

جوڳيءَ جو ڪملا درشن ڪري آئي تنهن کان پندرهن ڏينهن پوءِ انهي اچرج جهڙي غار جي سامهون ماڻهن جو وڏو ميڙ اچي ڪٺو ٿيو. سوين هزارين ماڻهو سڀ ڪنهن درجي ۽ عمر وارا جنهن مڙس به ها ۽ استريون به

هيون سيٺي پاسن جا اچي مڙيا. انهي ميڙ جو پلا ڪارڻ ڪهڙو هو.

پڙهندڙن کي هيءَ ڳالهه ياد هوندي ته جوڳيءَ ڪملا کي چٺي ڏني. انهي مطلب لاءِ ڏني هئي ته رام چند جي ٻن پاڻن کي جو ڳجهو روڳ پيو ڪاٽيندو هو سو انهي مان ٺيءِ لهي ته ويو تب اينترو اوس ٿيندو ته اهو روڳجي پوندو. انهيءَ ڪري جي چٺيءَ ڪرامت جو اثر ڪري ڏيکاريو ۽ ڪاڪا جو انهن ٻنهي ڇوڪرن جو لپ لهي ويو ۽ انهن جي حالت اڳي کان سڌريل ڏسڻ ۾ آئي. ڪاليداس به جوڳيءَ جي درشن ڪرڻ لاءِ اچڻ جو وچن ڏنو هو.

ٺهرايل وقت تي گهڻا ماڻهو پالڪين تي چڙهي غار ڏي روانا ٿيا ۽ انهن سان استريون ۽ نوڪر چاڪر به هئا. ڪاليداس هنجي استري پٽ ۽ رامچند جا ٻئي پاڻ، سدانند جوشي ۽ چودري گهراڻي جون گهڻو ڪري سڀ استريون پالڪين ۾ چڙهي ويٺيون هيون. انهن کان سواءِ آس پاس جا ٻيا زميندار ٻههڻن نوڪرن چاڪرن سوڌو اچي گڏ ٿيا ها. ماڻهن جي اينتري گهڻا گهڻ ۽ گوڙ هوندي به بندوبست اهڙو چڱو هو جو سانتي سانت لڳي پيئي هئي. ڏک ڏورڻ، هل بکيڙو ۽ دانهن ڪوڪ جو نالو ئي ڪونه هو. سيٺي ماڻهن جوڳيءَ جي ٻاهر نڪرڻ ڏي وٺي نهاريو ۽ ڇو ته هن سيٺي جي دوا ڦڪي ڪرڻ

جو وعدو ڪيو هو. پر هو ڪهڙو علاج ڪندو نه‌هنجي
ڪنهين کي ڪل ڪانه هئي. سيٺي انهن پانيون هو نه
علاج جو ڪو اهڙو اچرج جهڙو ۽ نرالو نمونو ڏسڻ ۾ ايندو
جنهنمان وڏي سياڻپ پڌري ٿيندي.

اٽڪل ۹ بجي جي مهل هئي جڏهين جوڳي غار
کان ٻاهر نڪتو ۽ هڪي ڳجهي ۾ جوڳين واري ڪفني پيل
هئي ۽ هڪ هٿ ۾ هوس ڪمنڊل ۽ ٻئي هٿ ۾ هوس
ترسول. ڏاڍي نهر ۽ ڏبرج سان هن فقيراڻي ريت هن ميڙ
تي درشٽي ڊوڙائي. هنجي شانتي روپ مهانڊي مان
جوش يا خوشيءَ جو ڪو نشان ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو ۽ پر
ايترو چئبو نه البت ارمان ۽ دک جو ڪجهه چنڊ هنهر
اوس هو.

جوڳيءَ جي سامهون اچڻ تي وڏن ننڍن پوڙهن
جوانن پرشن استرين گهٽي نمرتا ۽ نيڙت سان ڏنڊوت
ڪئي. اهو سمو به ڏسڻ وٽان هو جڏهين جوڳيءَ هٿ
کڻي سيني ماڻهن کي آشيرواد ڏني. جڏهين اها رسم
ٿي چڪي تڏهين ننڍا وڏا ماڻهو اتي کڙا ٿيا ۽ ٻئي
هٿ جوڙي جوڳيءَ جي مڌر وچنن ٻڌڻ لاءِ بيهي رهيا.

تورن مڙئن کان پوءِ جوڳي هڪ مٺي پرگهري آواز
سان جو سيني کي هڪ جهڙو صفا ٻڌڻ ۾ اچي هن ريت
ڳالهائڻ شروع ڪيو. پترو ۽ پتريون! توهانکي سڌ آهي
نه اڄ توهانکي هٿ ڪني ٿيڻ جو پريوجن ڪهڙو آهي؟

جي اوهين ڪنهن ڪرامتي علاج ڏسڻ جي خيال سان
هت آيا آهيو ته توهانجو خيال هروڀرو غلط به ڪين آهي؛
پر توهانکي هيءَ ڳالهه دل تي رکڻ گهرجي ته اهو هنر
توهانجي اڳيان هڪڙي اهڙي ڳالهه کلٽي آهي جا
رواجي علاجن کان وڌيڪ وڻندڙ ۽ اچرج جهڙي آهي.
اهو هنر هڪڙو ڳجهو ڇپيل ڀيد کلٽو آهي ۽ اوهان مان
جنهن ماڻهوءَ جي ڪنهن ٻئي جي هٿان هاڃي ٿي آهي
تنهنجو پورو نياءُ ٿيڻو آهي.

جوڳيءَ اهي ٻه چار وچن چئي کڻي مات ڪئي. ۽
ماڻهن جي ميڙ ڏي چوڦير نهاريائين، پر ڪنهن خاص ماڻهوءَ
۾ نظر ڪين وجهائين. سائين جاڻي انهن وچن ۾ ڪهڙو
اسرار هو جو اُنهن جي ٻڌڻ سان انهيءَ ميڙ ۾ هڪڙي
ماڻهوءَ جي منهن تي ٻرڇيون اچي چٽڪيون ۽ منهن اهڙو
ٿي ويو جهڙو مردي جو ٿيندو آهي. اُهو منهن ڪهڙي
ماڻهوءَ جو هو تنهنجي هنر جو هنر اُپٽار ڪانه ٿي ڏکجي
چاڪاڻ جو تڙهئي اها ڳالهه پاڻهي پڌري ٿيندي.

ٿورا منٽ رکي وري جوڳيءَ چيو ڪيترن ڏينهن
کان اسانجي پوتر ڪاليداس جو ساڄو هٿ سڪي ويو
آهي؛ مون هنجي علاج ڪرڻ جو وچن ڏنو آهي ۽ آءٌ
پنهنجو وچن اوس پورو ڪندس پر هڪڙو شرط آهي
سو بابو صاحب کي به پورو ڪرڻو پوندو. اهو شرط هي
آهي ته آءٌ جيڪي ڪائنس پڇندو وڃان تنهنجي ورندي

چٽيءَ طرح مونکي ڏيندو وڃي. اچو بابو ڪاليداس جي، هيڏي مون وٽ اچو.

ڪاليداس جوڳيءَ ڏي وڌي آيو ۽ هنجي چرنن کي ڇهي سندس ٿي ويٺو. جوڳيءَ هن جي ساڄي پاسي هٿ ڦيرائي جهاڙ جو ٽڪو ڪيو ۽ هن کان پڇيائين ته توهانکي اندر ڪجهه معلوم ٿئي ٿو؟

ڪاليداس ورندي ڏني- هان رشي راج ٿئيم ٿو.

جوڳي- منهنجي توهانکي هيءَ ويتني آهي ته توهانجي دل ۾ هنڌ جي خيال اٿن ٿا سي هن مانواري وڏي ميڙ کي ٻڌائيندا وڃو.

تنهنکان پوءِ هڪ ڀيانڪ سن لڳي ويئي. اهڙي ته ماٺ ٿي ويئي جو پن ڌرتيءَ تي ڪري ته به جيڪر هنجو آواز ٻڌي سگهجي. سڀڪنهنجون اکيون ڪاليداس ۾ وڃي کتيون، سڀڪو انهيءَ ويچار ۾ هو ته ڏسجي ته انهي سوال جو ڪهڙو جواب ٿو ڏئي؛ پر هو اهڙو ڪجهي جهڙي يت ڪجهي؛ هو ٻت ٻڻيو ويٺو هو. جوڳيءَ وري وري ورجائي سوال ڪيس. تڏهنتي ليت هن چيو ته ٺاڪرجي دل جي خيالن سان توهانجو ڪهڙو پرٻوجن آهي؟

جوڳي- اهو پرٻوجن آهي ته هن ويل توهانجي دل ۾ ڪهڙا خيال پيا ٿا اٿن.

ڪاليداس- منهنجي دل ۾ ته هن وقت اهو خيال جاڳيو آهي ته تو جهڙي شيطان کي هن ساري ڀوڻنگ

۽ ننگيءَ جو جيڪر مزو چکائجي.

اهو ٻڌي چئني طرفن کان هري رام هري رام اهو آواز اچڻ لڳو، ڇاڪاڻ جو سڀ ماڻهو جوڳيءَ کي مهاپرش سمجهندا ها، تنهنڪري سڀ هنجي پاسي ها.

ڪاليداس جا اهي ڪنور وچن ٻڌي سيٺيءَ کي مٿس ڏمر تيو ۽ ڏاڍي منيان لڳين. ماڻهن ۾ جو گوڙ تيو هو سو جڏهين بس تيو تڏهين جوڳيءَ نرميءَ سان سمجهائڻ جي ريت چيو ”ڪاليداس، سچ چئو ۽ پنهنجي ڏوه پاپ جي بوجهي کي ٻهڻن ۽ اجائي ڳالهائڻ سان وڌايو نه.“

ڪاليداس- ٻڌ، ڏس ساڌو، ڇا لوڪ ڪوڙو هو مون لي مڙهڻ تو گهرين؟ ڇا تنهنجي چوڻ جو اهو مطلب آهي ته آءٌ ڏوهي آهيان؟

جوڳي- هونئن سچيءَ ۽ نياءَ جي ڪنهن ڳالهه ڪرڻ ۾ ڊپ ڪونهي. آءٌ پورن ساڌو نه ڪٿي هجان ته به اها ٻڪ ڄاڻجو ته آءٌ ننگو نه آهيان. مگر آءٌ ڏسان ٿو ته توهانجو پرماڻن ڏي ڪوبه ڌيان ڪونهي، ۽ نه هن ساري دل جي اڳيان پنهنجا ڏوهه پاسي انهنجي بوجهي کي هلڪو ڪرڻ ٿا گهرو. سڪ، هاڻي آءٌ پنهن جو سوال توهان کان ٻي ريت سان ٿو پڇان. ڀلا توهين هي نه ٻڌايو ته ڪرشن پرساد ڪنهن ۽ ڪهڙي ڪارڻ مئو هو؟ منهنجو مان وارو ماڻهو هڪڙي ڏينهن سويرو پنهنجي هنڌ تي ڪنو پيو هو، هنجو گلو ڀاڪيءَ سان تمام

ٻيڙي طرح ويڙهيو پيو هو ۽ اُها پاڪي نيت منهنجي مدد ڪري پاڳي مارُوت رامچند جي ڪٿ هيٺان لڌي. اڙي ڀونگي ساڌو، اُها ڳالهه سڀڪنهن چڱي مڃي ڪي معلوم آهي، ۽ هيترن ڏينهن کان پوءِ وري انهيءَ ڳالهه جو اُپتار ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت اچي پيئي هئي. پوليس اڳي انهيءَ ڳالهه کي جاچي جوچي نبيرو نه ڪري ويئي آهي ڇا جو تون وري نئين سر ويٺو آهين پڇا ڳاڇا ڪرڻ؟ آءٌ پنهنجي دل ڪري رامچند کي ڏوهي نٿو سمجهان، پر پوليس ته ڏوهي ٺهرائي ويئي اٿس.

جوڳي- توهانجي چاهڻ ڪري جي رامچند ڏوهي نه هو ته توهين ٻڌائي سگهندؤ ته ڪير ڏوهي هو.

ڪاليداس- مونکي جي انهيءَ ڳالهه جي سڌ هجي ها ته آءٌ انهيءَ ماڻهوءَ کي پوليس حوالي ڪرڻ کان ڪين ڪسان ها ۽ توکي هنن ڳالهين ڪرڻ جو وجهه ئي نه ملي ها.

جوڳي- پر آءٌ چوانٿو ته توهانکي سموري ڳالهه جي سڌ آهي، تنهنڪري چڱو آهي ته پڌري پٽ چئي ڏيو. ياد رکجو نياءُ ڪڏهين به توکي ڪائڻ وارو نه آهي.

ڪاليداس- اڙي نڪ- باز جوڳي، اجائي ٻڪ ڪهڙي لائي اٿيئي. تو مونهنجو ملهائتو وقت اهڙين نڪمين ڳالهين ۾ وڃائڻ جو پڪو پهايو آهي ڇا؟ مون اڳيئي چاتو هو ته جڏهن مرض جي ڇنائڻ ۾ وڏا وڏا ناميا ڊاڪٽر سوڀارا نه ٿيا آهن، تنهنجي علاج ڪاڻ تو جهڙي

گمنام پاڪندي ساڌوءَ وٽ اچڻ وئرت آهي.

جوڳي ٿوري ويرم تاءِ ماٺ ڪٿي ڪئي، هنڪي ڪاٻه ورندي ڪانه ڏناءِ. تنهن ڪان پوءِ هن ڇوڪارو هٿي ٻڌي گهمرا هوا ۽ همٿ ڪٿي ڦيرايو؛ تنهن تي هو ننڍڙو هيرالال يعني اهو ڪوجهو ٻار جنهنجي ننڍڙي ٻت تي ڪرشن پرساد جو وڏي عمر وارو مٿو لڳل هو ڊوڙندو ونس اچي بيٺو. انهي کي پنهنجن ٻانهن تي کڻي جوڳي ماڻهن جي ميڙ ڏي منهن ڪري چوڻ لڳو "ڪاليداس ٻابوءَ جي آءٌ زبان کولائي نه سگهيو آهيان؛ پر هاڻي آءٌ سچي ڳالهه هن ٻار جي واتان ٻڌندس. هن ٻار ۾ ڪرشن پرساد جي آتما جو واسو آهي ۽ هنجي اچا ٻال اوستا آهي؛ جنهنڪري هن سنسار جي وڪڙ مدجهس نه گڏي آهي ۽ هو نسڪپٽ آهي. توهين سڀ ماڻهو هن جي منهن ڏي چتائي ڏسو؛ هو ٻه هو ڪرشن پرساد جهڙو آهي ڪين نه؟ ڪرشن پرساد جو مٿو گنجو هو ته هنجو مٿو ٻه گنجو آهي. هنمان لاٿو اٿس ڪوهڪ ذرو؟ هيءَ هڪجهڙائي ڏسي ڏاڍو اچرس ٿو لڳي. توهين هاڻي ڏسندؤ ته هنم پرماتما پنهنجو ڳجهه رکيو آهي. ڪنهين ڀونگي بناوٽو ساڌ و يا ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪهڙي مجال آهي جو هن پر جو اُلارو ٻڌائي سگهي."

هي جوڳي جا وچن ٻڌي ماڻهن کي سياندو وڻي

ويو ۽ ٻن چڙهن جا منهن هڪدم ساوا ٿي ويا. نيٺ جوڳي پنهنجي ڏيرج ۽ نهر واري آواز سان ماٺ کي ٻورو ڪيو. هن انهي ٻار کي هيٺ فرش تي ڪڍي ٻهاريو ۽ پڇڻ لڳس:-

”ٻچا، توکي سڌ آهي ته پڻهي جو ماموڪنهن مئو؟“

ڪاليداس جي بدشڪل پٽ مٿو ڏوڻي ٻاراڻي ٻولي ۽ موروندي ڏني ”ها! مونکي سڌ آهي، مونکي سڌ آهي.“

جوڳي- سچي حقيقت اسانجي اڳيان ورنن ڪندين؟

ٻار- رات جو وقت هو، اُپ سچو ڪارن ڪڪرن سان ڇانيل هو ۽ چوڏاري پو جهڙي ماٺ لڳي پيئي هئي. تارو اپ ۾ هڪ ٻه ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو. آءٌ پنهنجي جاءِ ۾ ٻي آرامي ۽ وياڪلتا ۾ سمهيو پيو هوس. منهنجي اها عادت آهي جو دروازي کي ڪلف يا ڪڙو نه ڏيندو آهيان، تنهنڪري ڪوبه ماڻهو در کي ڌڪو ڏيئي کولي پلي اندر گهڙي اچي. منهنجي جاءِ ۾ پٽي ۽ اونده ڪين هئي، ڇاڪاڻ جو منهنجي ڪمت جي پرسان هڪ ننڍي ميز تي مومبتي پئي ٻري. انهن اوچتو ڪنهن مهل منهنجي اک کلي پئي. انهيءَ ويل انهن معلوم ٿيم ته ڪو هٿ ڪا شيءِ ڪڍي پيو پيو ۾ هري هري اندر پيو اچي ۽ روشنائي جهڙڪي هئي تنهنڪري سڌ نه پئي سگهي ته هٿ ڇا هوس ۽ هو ڇپ ڇاپ منهنجي ڪمت وٽ آيو ۽ پوءِ ......................

ٻار اڃا ٻيو ڪجهه وڌيڪ نه ڪڇيو هو ته ڪاليداس ڇرڪ ماري اٿي کڙو ٿيو. هن جون اکيون ڏسڻ ته جهنگ جي مورڻ وانگيان ٻيون ٻرن. اهي ڏسي ٻڍو ٻيو ٿئي ۽ هن جو آواز اهڙو ڳرو ۽ گهگهو ٿي پيو هو جڻڪ گلو ويهي ويو هوس. هيرالال جتي ڳالهه ڇڏي هئي اتاهون وٺي هن هلائي ۽ هو چوڻ لڳو ”ٻوءِ مون چيو ته، تون ڏاڍي مڙسي هليو آهين، تنهنڪري جهڙو موت تنهنجو مرڪ آهي تنهن سان مر ۽ ايترو چئي ٻوءِ مون پنهنجي مامي جو گلو وٺي دٻايو ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو ڀاڪي ڦيرائي ويو ساڻس.“

هي ٻڌي ٻنو چئي هن ڇرڻي جوش ۾ اچي پنهنجي ٻالڪ هيرا لال جو گلو ڏاڍي زور سان گهٽيو. هن انهن ٿي ڀانيو ته هو خود ڪرشن پرساد آهي جو مرتيو لوڪ مان موٽي هن لوڪ ۾ پنهنجو قصو ٻڌائڻ آيو آهي. انهي مهل ميڙ وارن ماڻهن جي دل ۾ ڇا هوندو تنهنجو قياس پاٺڪ پاڻ ڪري ٿا سگهن. ڪملا ويچاري ماتا جي ممتا ڪري انهن ني بي انڪ دوڙي پنهنجي پتيءَ وٽ ويئي ۽ انهيءَ ويل هن پنهنجي سڀاويڪ مان پردي جو به مور خيال ڪونه ڪيو، ۽ وڃي پنهنجي ٻالڪ کي ڪاليداس جي واگهوءَ جي وات جهڙي پڃڙ کان ڇڏايو.

ڪاليداس جون اکيون رت سان ڀريلون هيون، ۽ جوش ڪري مٿيون ڦڪيڙيلون هيس ۽ پر انهيءَ مستيءَ

جي حالت ۾ چوندو ويو ”هن دربل شرير کي جو اڳيئي
موت جو درڪڙ ڪائي رهيو هو، نڪاٽي لڳائڻ ۾ ويو مٿي
ڪانه لڳي. پر مرڻ مهل هن جو مونکي سراپ ڏنو سو
هن ويل تائين مونجهي پنيان لڳو پيو آهي، ۽ نيٺ مونتي
اچي قابو پيو آهي؛ هاءِ، هاءِ، خون ۾ هٿ رڱي مرن جي
حالت ۾ چپ چاپ پير پير ۾ آهستي اچي ڪوٺيءَ کان
ٻاهر نڪتس ۽ اوندهه ۾ هٿوراڙيون ڏيئي رامچند جي
خالي پيل ڪوٺيءَ ۾ ويس. اُنهيءَ ويل ٻاهي وانگيان
ڪا شڪل مونجهي پرسان لنگهي ويئي؛ پر اوندهي
رات ۾ آءٌ سڃاڻي نه سگهيوسانس ۽ نه مون اُنهيءَ ڳالهه
جي ترلي ڪرڻ جي ڪا تانگهه رکي ته هو منکه هو،
کي ڏسان ڪو پوت پريت هو. آءٌ سڌو ٿي اُنجي
ڪوٺي ۾ گهڙيس ۽ هنجي بستري وٽ وڃي اها رت
پريل پاڪي مون هنجي هيٺان ڪڍي لڪائي ۽ پوءِ انهي
ريت چپ چاپ ٻاهر نڪري آيس.“

هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي اٽڪي بيٺو، پوءِ وري
ڏڪي ويو. ايتري ۾ غار جي اندران ڪنهن عورت
جي شڪل نڪرندي ڏسڻ ۾ آئي، اها اچي جوڳيءَ
جي پير ۾ ويهي رهي. هيءَ اها جوڳڻ هئي جنهنجي
پسگردائيءَ جو هر ڪو ماڻهو ساک ڳائيندو هو. انهي
کي ڏسي سڀني ماڻهن نمي ڏنڊوت ڪئي، ۽ جوڳڻ
سڀني کي آشيرواد ڏني.

ايتري ۾ جوڳي هن ڏانهن نهاري چيو ”پيڻ، تون
هن ميڙ ۾ ڇا ڪاڻ آئي آهين؟ جوڳڻ هن ميڙ ڏي تڪي
نظر سان نهاري ورندي ڏني ”آءٌ آئي آهيان پنهنجي
شاهدي ڏيڻ ۽ نياءُ ۽ سچائيءَ جي مدد ڪرڻ. منهنجا
ڀاءُ، توهانکي سڌ ڪانهي ته آءٌ آهيان ڪير؛ پر هنڌر
جو هنڌر آءٌ توهانکي پنهنجي ساري حقيقت ڳولي
ٻڌائيندي يس. آءٌ اها آتما آهيان، جنهنکي اونداهي ۾
خونيءَ رامچند جي ڪوٺي ڏي ويندو ڏٺو هو. انهي
ساريءَ خرابيءَ جي پاڙ آءٌ آهيان، جا مدنپور جي
چوڌريءَ جي خاندان لئي اڇي ڪڙڪي آهي. آءٌ اها
لياڳي بسنت ڪماري آهيان جنهن سان پرڻجڻ جي
رامچند ۽ ڪرشن پرساد ٻنهي سڌ ڪئي هئي. سڄڻو
رڳو منهنجي ڪاڻ پلي ماڻس رامچند جو هاڻي راڄپوتي
تاريخ جو هن سمي جو چنب آهي پنهنجي پتا جو گهر
ڇڏيو ۽ اجوڌيا جي سري رامچند وانگر جاڻي ٻڇهي
بن واس پوڳيائين.“

بسنت ڪماري، بسنت ڪماري منهنجي نيڻن جو
سوجهرو، ڇا تون نيڪ موٽي آئي آهين؟ هي وچن
مک مان ڪيندو پوڙهو سدانند جوشي لٺ جي سهاري
لئي رڙهندو پنهنجي لياڻيءَ ڏي هليو؛ پر هن هٿ
جي اشاري سان روڪيس ۽ چيائينس:-

اي پتا، هاڻي آءٌ تنهنجي ڌيءَ نه آهيان؛ هاڻي

آءٌ هن جي نيچ چيلي آهيان جو سڄي جڳتر ني دڳو هلائي ٿو؛ پر هاڻي ڇڏيو ته آءٌ پنهنجي ساري وارتا ٻڌائي وڃان.

رڳو منهنجي ڪاڻ ڪاليداس پنهنجي ماميءَ جي لوهوءَ ۾ هٿ رڱيا، جنهن هنکي پاليو ۽ نپايو هو ۽ جو هنکي پنهنجي پٽ رامچند کان به گهڻو پيائيندو هو. هن پاڳن مٿي نندوري اٿين چاڙو هو ته جي آءٌ ڪرشن پرساد کي کپائي ڇڏيندس ۽ انهي پيانک پاپ جي غيرحاضر رامچند تي مڙهڻ ۾ سوڀارو ٿيندس ته پوءِ مدنپور ۾ منهنجو ٿي دڳو رهندو؛ پوءِ آءٌ بسنت ڪماريءَ کي پنهنجي وس ڪري ان سان پرڻجي وهندس؛ ۽ هوءَ پاپ جي ڪمايل ڌن ۾ مونسان پاڳي پائي ٿيندي. پر هن جڏهين مونسان پرڻجڻ جي ڳالهه ڪئي تڏهن مون هڪدم انڪار ڪئي. منهنجي دل منهنجي وس کان ٻاهر هئي. منهنجي دل ته رامچند جي وس قابو هئي ۽ هنجي ٿي چڪي هئي، ٻئي کي اها ورڻي نه هئي تنهنڪري مون هنجي ڳالهه نه ٻڌي ۽ تنهن کانپوءِ.........

ڪاليداس اڻ پوري جملي کي ٻاڻ پوري ڪرڻ جي خيال تي چوڻ لڳو "تنهن کانپوءِ هڪڙي رات جو آءٌ تنهنجي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي آيس ۽ تنهنجي سٽ بگاڙڻ جي ڪاڻ تنهنجي ڪمت تي وڃي پهتس. بسنت ڪماري، تون انهيءَ مهل ننڊ ۾ اونگهه پيئي

هئين. مون پشوءَ وانگر تنهنجي سيل کي ٽوڙي ڇڏيو
۽ سمت سشيلتا جو هار جو تنهنجي پيشانيءَ جي سوڀيا
هو تنهنکي ڇني ڪٽي ڦٽو ڪيم. انهيءَ وچ ۾ تنهنجي
اک کلي ۽ تو رڙ ڪئي؛ پر مون تنهنجو واس ڪٽي
ٻوساٽيو. جڏهين منهنجي مستي لٿي تڏهين مون توکي
چيو ته هاڻي جيڪي ٿيڻو هو سو ٿي ويو؛ چڱو انهن
آهي ته انهيءَ ڳالهه کي ڇپائي ڇڏ، ۽ منهنجي استري
ٿيڻ جي ڳالهه ڪٽي مڃ. ٻئي ڏينهن سوير جو تون
اڪي ٻچي ويئينءَ. مونکي سڌ هئي ته تنهنجي اهڙي
طرح گم ٿي وڃڻ جو ڪارڻ ڪهڙو هو، پر اها ڳالهه
اهڙي نه هئي جو ٻين جي اڳيان ڪري ٻڌائجي.
جيتوڻيڪ منهنجن ٻچڙن ڪرتوتن ڪري تنهنجو شرير
اڀوتر ٿيو هو، پر تنهنجا ويچار سداءِ سيل جائي هوا،
انهيءَ ڪري تون هڪ بيڪارڻ فقيراڻي ٿي گهر مان
نڪري هلي ويئينءَ.

اتي هو اٽڪي بيهي رهيو. جئن طوفان لڳندو آهي
ته سمنڊ ۾ لهرون اٿنديون آهن، تئن هن ماڻهن جي
وڏي ميڙ ۾ هل چل پيدا ٿي. سڀڪنهن ماڻهوءَ اکيون
ڪٽي ڦونڊاريون. اهڙو ڪوبه ماڻهو انهيءَ ميڙ ۾ ڪونه
هو جنهنجي اندر گرم پاڻي وانگيان رت ٽهڪڻ نه
لڳو هو. پر جوڳي جئن ماڻهن ڏي هڪ درشٽي وڌي
تئن اهو جوش پٽيءَ لهي ويو. نيٺ جوڳيءَ چيو "اڙي

نياڳا، تنهنجي پاپن جي، ارمان آهي ته اڃا تاءِ پڇاڙي نٿي ٿئي."

ڪاليداس چيو "پڇاڙي نٿي ٿئي، نٿي ٿئي. مون تنهنجي هڪ پاءُ ڪي وهه ڏيئي ماريو ۽ ٻين جي ٻـ پنيان هوس ته ايتري ۾ تو نياڳي جو هٿ پير اچي پيو."

هـو وڏيڪ ڳالهائي نه سگهيو ۽ ڌرتيءَ تي مٽيءَ جي پٽليءَ وانگيان ڪري پيو، سندس ٻٽ سارو سانو پهر تي ويو.

## پڇاڙي

جڏهن مهل ڪاليداس پاٺڪي پنهنجي مامي جـو خوني ۽ اسدم ڪماريءَ جو ست نوڙڻ وارو ۽ رامچند جي پائرن جي مارڻ جي اڃا رکندڙ چٽي چڪو، تڏهن مهل هو ٻي سر ليو تي ڌرتيءَ تي ڪري پيو، ۽ هنجو سر ٻر مٽيءَ جهڙو ٿي پيو، ۽ هو نه ڳالهائي ٿي سگهيو ۽ نه چري ٻري ٿي سگهيو.

هو ڌرتيءَ تي رامچند جي پيرن وٽ ڪري پيو هو، هن جي ڪرڻ سان هنجي سندر ۽ پتورتا استري ڪملا هنجي پرسان گوڏو کوڙي اچي ويٺي ۽ پنهنجي ساڙيءَ جي هڪ پلؤ سان هن تي پکو هڻڻ لڳي. هـن ائين پانيو هو ته ائين ڪرڻ ڪري هو سامت ۾ ايندو. هن جـي زرد ڳلن تي گرم جلائيندڙ لڙڪ ريلا ڪري پئي وهيا. هڪ ٻـ لڳا هن ٻهڪڻون لڙڪن پريون اکيون

جوڳيءَ رامچند جي صاف ۽ شانت واري منهن ڏي ڪيئون ۽ هن ڀانيو ته هنجي منهن ۾ ڏمر ۽ ڪروڌ جا ڪي چنهه ڏسڻ ۾ ڪين نه هو. هنجي ٻاجهاري ديالو ۽ شانت روپ منهن ڪي ڏسي هنکي آتت آيو، ۽ پنهنجي پتيءَ جي پاسي کان اٿي رامچند وٽ ويٺي جنهن سان هو هڪڙي سمي مگيل هئي ۽ هنجي چرڻن وٽ گوڏا کوڙي اچي ويٺي ۽ پنهنجي ڦولن جهڙن ڪومل هٿن سان هن جي پيوست هاٿن پيرن کي ڪٽي جهليائين، جڏهن زبان جي بدران پنهنجو حال هٿن سان ٻڌايائين ته سندس پتيءَ کي جيءَ دان ملي. هوءَ سياڻ ڪري ڏاڍي ڏبرج واري ۽ لڄاري استري هئي، پر هاڻي جڏهين چالي روڪيلن جذبن ڪري کهري سمنڊ جان ڊڪ ڊڪ ڪري رهي هئي لڏهين انهي ماڻهوءَ جي سهائتا ۾ هڪڙو پنو به سندس واتان نڪري نه سگهيو، جو سک ڊک ۾، لڳائي چڱائي ۾، نيڪي بديءَ ۾، هن لوڪ ۽ پرلوڪ ۾ سندس ڏٽي هو. هوءَ ڊک ۽ شوڪ جي اهڙي مورت بنجي ويٺي جو اصلي ماڻهن جا خيال بدلجي ويا. هزارين ماڻهو جي ڪاليداس کي وڏي نڪر نڪر ڪرڻ لاءِ سنيريا وينا ها سي هاڻي انهيءَ ڪارمنهين پاپيءَ جا واهرو بنجي ويا جنهن ماڻهوءَ جي ساه کي ڪيلي ماڪوڙي جي ساه کان به گهٽ سمجهو هو. ماڻهوءَ جي دل جي اچرج جهڙي حالت آهي،

جنهنجو ڇڪين ماس چڻڻ لاءِ تيار ٿئي ننهن تي گهڙيءَ
ڪان پوءِ ساهه صدقي ڪري!

جوڳيءَ انهيءَ سچيءَ حالت ڪي ڏاڍي سوچ سان پڙهي
ڏٺو، هن پروڙيو تہ جيتوڻيڪ ڪاليداس ٻاهرِ جي
ڪارهن ڪان پوءِ پرڄي ٻي سرليو تي ڏرايءَ لي مٺي
وانگر ڪري پيو آهي تہ بہ هنجي استري جي حال
ڪي ڏسي ماڻهو دم دم هنجا حامي ٿيندا ٿا وڃن.
ڪملا جي اهڙي زناني سڀاءَ ۽ پنهنجي پتيءَ سان اپتري
پريم ورڻ ڪري جوڳي ڏاڍو پرسن ٿيو، پر هن پنهن
جي زبان سان يا هلت چلت مان دک يا خوشي يا ديا
يا ڇڙ جو ڏيکارو ڪونہ ڏنو. ٻہ چار، پنج ڏهہ مدت
لبري ويا پر ڪاليداس ڇريو ڦريو ڪين. ڪملا اچا ٿاءِ
جوڳيءَ جي چرڻن کي چنبڙي پئي هئي. ڪنهن ڪنهن
مهل هوءَ لڪ چپ ۾ جوڳي جي منهن ڏي يا پنهنجي
پتيءَ جي سرير ڏي نهاريندي بہ رهي. نيٺ جوڳيءَ
هنجي مٿي تي هٿ ڦهاڻيو ۽ هنکي اُٿاري ٻڌاري
چوڻ لڳو-

”ديوي ڪملا! تون پنهنجي پتيءَ جي ساهه جو
ڪو فڪر نہ ڪر. پاڻين کي سيڪت ڏيڻ مهنجو ڪم
تہ آهي ۽ پر جن ماڻهن ايشور جي آگيا جي ورڌ ڪم
ڪيا آهن تنکي اٿين نہ سمجهڻ گهرجي تہ اسين هنجي
ناراضپي کان بچي ويندا سون. اسين ناسوالت منکر پي

انهيءَ پرالبڌ جا ٻانها آهيون ۽ انهيءَ پرالبڌ جو ليک اٽل آهي. ڪاليداس جيترو رهندو پر انهيءَ ڳالهه جي آءٌ پڪ نه ٿو ڏيئي سگهان ته هندجو هوش جاءِ رهندو. هاءِ، جي مونکي اها سامرٿي هجي ها ته هن جي ڏوهن ۽ پاپن جو بار پنهنجي سر تي کڻي هنکي سندس ڪيتي لوڙائڻ کان بچائي سگهان ها ته آءٌ گهٽايان ڪين ها؛ پر ارمان آهي جو ائين ٿي نٿو سگهي. مون جو ڏوهه ڪيو نه هو تنهنجو بوجهو اچڻ مون گهڻي خوشيءَ سان پنهنجي سر تي کنيو آهي. لوڪي سڌ آهي ته اهو ڏوهه اهڙو ڀيانڪ آهي، جنهنجو نقشو ٻه ڪو اندر ۾ ڪڏهن جيڪر نه سگهي. انهيءَ وچ ۾ جي منهنجي اچا هجي ها ته ماڻهن جي دل ۾ منهنجي بابت جيڪي گمان ها سي رڳو هڪ پنو چوڻ سان لاهي ڇڏيان ها؛ پر مون ائين نه ڪيو ڇاڪاڻ جو مونکي انهيءَ ڳالهه جي ڪا پرواه ڪانه هئي ته ماڻهو هڪ پرش بابت جو هن ناشونت جڳت جي سکن ۽ دکن کان پري آهي ڪهڙي پر جا خيال اندر ۾ رکن ٿا. پر اي ڪملا، آءٌ جو هڪ تچ ساهه وارو آهيان سو ڪي ٻه ڪٽي ڪري نه ٻه تنهن جي پتيءَ کي بچائڻ جي مون ۾ سامرٿي ڪانهي. آءٌ هنکي سچي دل سان معاف ڪريان ٿو؛ پر منهنجي معافي هنکي ڪهڙي ڪم ايندي. تنهنجو پتي جيترو نه جاڳي رهندو پر هنجو هوش ۽ طاقت ٻئي ويندا هليا. پاپ جو

پيهڪر ڀوت مرڻ گھڙيءَ تائين پڇيانس لڳو رهندو. تنهن
جو پٽ مري ويندو ڇاڪاڻ ته هنجو ڪرم هن دنيا ۾
جيڪو هو سو پورو ٿي چڪو آهي. آءٌ توکي آشيرواد
ٿو ڏيان. تون ڪملا، سچ پچ ديوي آهين. تنهنجا اڳين
جنم ۾ ڪھڙن پاپن جي زنجير توکي هن ماڻهوءَ سان آڻي
ٻڌو آهي. مگر هاڻي آءٌ توکي دلجاءِ ٿو ڏيان ته نيٺ
توکي موکش پراپت ٿيندو، جنهنجي سڀڪنهن آتما کي
ڪامنا آهي ۽ جنهنجي ڪاڻ سڀڪو پرارٿي آهي.

جوڳيءَ وري ڪملا جي مٿي تي هٿ گھمايو ۽ پٽا
روڙي سنيهه جي ريت سان هنجا وار جي برقعي کان
ٻاهر نڪري پيا ها سي پٺ تي هٽايائين. انهن پٽي ڏنو
ته اهڙي ڪرپا جي دلاسي ڪري جهٽڪ ڪملا تي
بجليءَ جو اثر پئجي ويو آهي، ڇاڪاڻ جو هن هيٺ نمي
جوڳيءَ جا چرڻ چميا ۽ تمام جهڪي آواز سان جو تمام
گھٽڻ ماڻهن جي ڪن تائين پهتو ٿي ڪين، چوڻ لڳي
”اي پوڄ پتا منهنجي دل جنهن ڳالهه کي سڪي ٿي سا
اوهان ڪرپا ڪري منهنجي پوري ڪئي آهي. مونکي
پٽيءَ اهڙو ڀروسو نه هو ته منهنجو پتي جيئرو رهندو؛
هو جيتوڻيڪ ڏوهي ۽ اپراڌي آهي ته به منهنجو پتي
آهي. هاڻي جي هو جيئرو رهندو ته آءٌ سندس ٽهل
شيوا ڪري سگھنديس. هن جا ڏوهه اهڙا ڀيانڪ ۽
ڀاري آهن جو ماڻهو انهن جو قياس ڪندي ڪنبي ٿو

وڃي، ۽ مونکي اهڙي شڪتي نه آهي ته آءٌ انهن مان ڪوبه جوءُ گهٽائي سگهان؛ پر آءٌ ايترو ته ڪري سگهان ٿي جو ٻاڻ ڌرم پرائڻ ۾ رهي پورو جيون ڏاري عمر جا ڏينهن ڪاٽيان، ۽ انهيءَ جو قل پنهنجي پٽيءَ کي ڏيئي هنجي ڏوهن بابت جي ماڻهن جا پيالڪ ويچار آهن تنکي ڪي ڪجهه هٽايان. آءٌ جيتوڻيڪ هڪ مورک استري آهيان، ته به آءٌ ايترو ڄاڻان ٿي ته جڏهن پگوان ڏن دولت سڀڪي ڏني آهي تڏهن منهنجو ڌرم آهي ته پنهنجي پٽيءَ جي شيوا ڪريان. آءٌ پنهنجا ڏن پاڳ سمجهانٿي جو لوهان ڪرپا ڪري مونکي انهن ڪرڻ جو وجهه ڏنو آهي."

جوڳيءَ چيو ته "هڪ ستيءَ جي برڪت سندس ٿور جيتري سون کان به وڌيڪ قيمتي آهي. هي ماتا! تون سچي ستي آهين ۽ هو جو هن سرشٽي جو پتي آهي تنهنجي ڪمل روپي چرنن ۾ تنهنجو واسو آهي. آءٌ جو هڪ نيچ ۽ ناسونت منکه آهيان ...... سو تنهنجي برڪت کي پورو درشٽي سان ڏسانٿو ۽ سچي ڄاڻانٿو ته انجي واهر سان آءٌ انهي هنڌ وڃي پهچندس جتي پهچڻ جي اڇا اٿمر؛ پر تنهنجيءَ برڪت بنا منهنجن ٻانهن ۾ ايترو بل نه آهي جو اتي پڄي سگهان." ائين چئي جوڳي ڌرلي لي گوڏو کوڙي ويٺو ۽ جوڳڻ به پرسانس اچي ويٺي. تنهنکان پوءِ هنن ٻنهي گڏجي منڊي سرسان

اُهي ڀڄن ڳائڻ شروع ڪيا جنهي ڪري سنسڪرت ٻولي اينترو جڳتر ۾ پرسڌ آهي. انهن ٻنهي جو گڏيل آواز ڪڏهين جهڪو ڪڏهين مڌيم ۽ ڪڏهين وري وڏو ٿيو. انهن جا پوتر ردي مان نڪتل ڀڄن هوا کي شڌ ۽ پوتر ڪندي آڪاس ڏي چڙهندا ٿي ويا. انهن ڀڄنن کي ٻڌي سڀڪنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ ڀڪتيءَ جا امنگ اٿي رهيا ها. سچ پچ اهو سمو ڪهڙو سوڀياوان پوتر ۽ شڌ آتمائن کي مگن ڪرڻ وارو هو. ڏيري ڏيري ڪاليداس کي هوش ايندو ويو ۽ نيٽ هو اٿي ويٺو. انهيءَ مهل هنجي اکين مان اڇرج جهڙي روشني پئي ظاهر ٿي، ۽ هنجي ٻڌي ۽ سمجهه جي ٻيڙي پاپن جي چيپ سان لڳي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي. ڪملا جهٽ هن وٽ ويئي ۽ هنجو ڪپو هٿ پنهنجي ساڄي هٿ ۾ وٺي ايشور کي پرارٿنا ڪرڻ ۾ لڳي ويئي؛ ۽ پڪ آهي ته هنجي پرارٿنا مٿي پهچي ويئي هوندي.

جڏهين منتر آدي سڀ پڙهي چڪا تڏهين رامچند پنهنجي نندين ڀائن کي پاڻ وٽ سڏي مٿي ٿي هٿ گهماين ۽ پرميشور جي دربار ۾ هنن جي ڪلياڻ ڪاڻ پرارٿنا ڪيائين. انهيءَ مهل خوشي ۽ دک جا لڙڪ انهن نينگرن جي اکين ۾ ڀرجي آيا؛ هنن کي خوشي هن ڳالهه جي ٿي جو هنن جو ڀاءُ ويل پاءُ نيٺ هڪڙي نموني ۾ ساڻن اچي مليو، ۽ دک هنڪري هون ته هو

سگھوئي وري ڪانئن وڇڙي وڃڻو هو. هاءِ، انهن يتيم
ڇوڪرن جو ڀاڳ ڪهڙو رليل هو. ويچارن رامچند کي
موٽي گهر وڃڻ لاءِ ڪيترو ئي ٻاڏايو پر جڏهن سري رامچند
بنواس وڃڻ وقت ڀرت کي دلاسا ڏيئي ڏيئي پٺ تي
موٽايو هو تڏهن هن جوڳي رامچند ۽ ڌيرج ۽ ڏاڍي نهر
سان هنن جي ويڻتي نه مڃي. رڳو ايترو چيائين ته آءٌ
جيترو ٿي سگهندو ايترو ڀري ڪان ڀيو لوهان جي
سنڀال ڪندس.

# ٻه منڊيون

هڪڙو سنڌر جوين وان جوڙو هڪڙي باغ جي سايه دار وڻن ۾ ويٺو هو. انهي آڳاٽي سمي ۾ بنگالي اپسمنڊ جو نيرو پاڻي تملڪ نالي جهوني نگر جي وٽ سان اچي لڳندو هو ۽ هنجي لهرين جو گجگوڙ سنڌس گهٽين ۾ پيو ٻڌبو هو. تملڪ نگر جي پسگردائي ۾ هڪڙو عاليشان محلات هو ۽ اُنجي پر ۾ سمنڊ جي ڪنڌي تي هڪڙو ڦولواڙي وارو سنڌر گهر هو. اهي سڀئيون سنڌر ملڪيتون هڪڙي واپاريءَ جون هيون جنهنجو نالو هو ڌناداس. جنهن ڪماريءَ هاڻي منهن ۾ هڪڙي سوينڪ جوان سان ڳالهيون پئي ڪيون سا انهي واپاريءَ جي سنڌر ۽ موهڻي ڪنيا اندراڻي هئي.

اها ڳالهه رءِ جهڙي مڃبي ته جنهن وهيءَ ۾ هند ڪيون نينگريون گهڻو ڪري پرڻجي وينديون آهن سا وهي اندراڻي لنگهائي آئي هئي. سنڌس پاران ڏکا جهل پل ڪانه هئي. هن ته پاڻ ٻارهين جنم ڏينهن کان وٺي سڄا پنج ورهيه ساگريشوري سمنڊ ديويءَ کي پلو پئي پاتا ته پاڳه وريم، ۽ من ڀاوندو ڀتار مليم، پر ايسين سوڌو ته اڃا سنڌس منوڪامنا پوري ڪانه ٿي هئي. هند کي

نيم مريادا کي لتاڙي، ھيءَ وڏو ڪماري ھن جوڀن وان
پرش سان ڇو اچي خلاصي طرح گڏي ھئي، تنھنجي
بابت متان پڙھندڙ جي دل ۾ ڪو شڪ اُٿي تہ ڳالھہ کي
ٽري ڪري اُھو لاھڻ گھرجي. جڏھين اندراني ڇٽن
ورھين جي بالڪي ھئي، تڏھين اُھو جوڀن وان پرش جو
ھاڻي ساٺس ٻيڻو ھو سو ھئو اٺن ورھن جو نينگر. ھنجو پيءُ
نگر سيٺ سندرداس ھو، ڌناداس جو ويجھو پاڙيسري،
تنھنڪري ھي ٻئي ٻار ننڍي ھوندي گڏ راند روند پيا
ڪندا ھا. ھو ھن گھر ۾ يا ھن گھر ۾ سداءِ ھڪ ٻئي
جي سنگت ۾ گذاريندا رھندا ھا. جيتوڻيڪ ڪماري
ھاڻي سورھن ورھين جي اچي ٿي ھئي ۽ نينگر ويھن
ورھن جو ناھوڪو جوان ھو، تہ بہ ھنن جي ننڍي ھوندي
جي پريت ۽ گھاٽلي ماٺلي ھلي آئي. ھنن جي پريت جي
رستي قائم رھڻ ۾ رڳو ھڪڙي رنڊڪ اچي پيئي. ناٺو
ڏسي ھنن جي پيرن پاڻ ۾ نھراءُ ڪيو تہ انھن ٻنھي کي
پرڻائي انھن جو ميلاپ ڪجي رڳو پرڻي جو ڏينھن نہ
نھرائي ڇڏيائون. پر ائين اوچتو اندرانيءَ جي پيءُ
کي ڪو ريچڪ اچي ويو، سو چوڻ لڳو تہ آءٌ پنھنجي
ڪنيا جو وياھ پنھنجي جھوني پريتوان جي پٽ سان
نہ ڪندس. پٽس جي ھن نھراءَ ڪانپوءِ نينگر جي ٻنھن
جي پراڻي سنگتيءَ سان گھاٽلي ماٺلي نہ ھئي ڪين ٿي،
پر اڄ جو چندرياڻي اندرانيءَ سان اچي مليو سو ھنڪري

۽ گهٽيون آزيون نيازيون ڪيون هوائيدس ۽ انهن ڇوائي
مڪو هوائيدس ۽ مونکي ڪا تمام ڳجهي ڳالهه توسان
ڪرڻي آهي. جڏهن اندر آئي منهن ۾ پير پاتو جتي هو
سندس ڪاڻ ڪرسيو بيٺو هو لڏن هوءَ اُمالڪ چوڻ لڳي
ته "توهان مونکي ڇو گهرايو آهي؟ توهانکي چڱيءَ پر
سڌ آهي ته آءٌ نيڏڙي نينگر ڪين آهيان ۽ هاڻي اسان
جو پاڻ ۾ هيڪلو ڪڏهن نڪي نهي نڪي جڙي. اڄتي
جيڪڏهن توهين مونکي سڏ ڀيڏو ته آءٌ ڀتيءَ ڪين ايندس."

هن منڙيءَ سورهن ورهن جي نينگر جو گنڀير پاءُ
سان انهن چوڻ ته "اوهانکي سڌ آهي ته آءٌ اڃا تاءِ
نيڏڙي نينگر نه آهيان،" ڏاڍو سهڻو ٿي پاسيو. ٻرارمان
اُتي ٻيو وانگي ڪونه هو جو اهو مزو ڏسي ها. ڇا لڳي
چندريان جي وهي ۽ سياءُ ڇا لڳي نينگر جي انهيءَ
چوڻ ۾ انهيءَ نوڪ ڏان هنکي اوس اچرج لڳو.

هن منهن تي چڙهيل ول سان هڪڙو گل پٽيو ۽
منوالن وانگر هنکي ڇني ذرا ذرا ڪري ڦٽو ڪرڻ لڳو.
هن اُداسائي سان چيو "آءٌ ڪڏهين به وري اچڻ
لاءِ توکي نه چوندس، آءٌ ڏوراهين ديس ٿو وڃان سو
ڇيم ته وڃڻ کان اڳي توکي ٻڌايان."

"ڏوراهين ديس!" هن واڪو ڪيو "ڪاڏي ٿا
وڃو"؟

هن وراڻي ڏني "لنڪا ٿو وڃان."

”لنڪا“! ھن چيو ”سو ڇو“؟ لنڪا ڇاڪاڻ ڏا وڃو“؟

”آءٌ ڇاڪاڻ نه وڃان؟“ ھن ورندي ڏني ته ”اسين واپاري ماڻھو آھيون ۽ سمنڊ جي مسافري اسان جو ڪم آھي.“

جڏھن ھن ڳالھايو، تڏھن، لوڙھي ھن پاڻکي روڪيو ۽ گھڻو، پر اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيس.

اندراڻي جھٽڪ اھو ٻڌوئي ڪين. ھن ھڪ اکر به نه ڪڇيو ۽ ٻاهر وانگيان اکيون کوليءِ جھٽڪ سمنڊ جي چلڪندڙ لھرين جو تماشو پئي ڏناءِ. سوير صبوح جي مھل ھئي. ڪومل ھير پئي لڳي. ھير سان جي لھريون تي اُٿيون، تن تي سج مزي سان پئي چمڪيو. لھرين جي ڀيھر ڪنڌي تي سنڌڪو لائي ڏنو ھو. نيري جل تي ڦيڻ ائين پئي ڏني، جڏھن نيري پوشاڪ تي مٺيا ڏسبا آھن. سمنڊ جي اڇن پکين جي ٽولين ڪناري تي ڪلول پئي ڪيا. اندراڻيءَ جھٽڪ اھي سڀ سندر ڪيل سمنڊ جو نيرو جل، لھرين جي مٿان اڇي گجي، لھرين تي سج جي جي ڪرڻن جو نچڪو پئي جاچيا. سمنڊ تي پريان جھاز پئي آيو تنھن ڏي ھن ائين تواتي پئي نھاريو. پري ڪان ھڪڙي پکي تي نظر پيس جو نيري صفا آسمان ۾ ڪاريءَ ٻڙيءَ وانگر پئي ڏنو. ڇهاڙيءَ ۾ واٽ ني ڪوماڻل گل پيو ھو تنھن تي وڃي درشٽ ڪتيس. مس مس واٽ

ماڻ نڪتس "ڇاڪاڻ ته وڃو؟ اڳي ته اهڙن واپار جي مسافرن لاءِ لوهانجو پتا ويندو هو."

چندرين وراڻي ڏني "منهنجي پتا جي هاڻي پيري آهي. هاڻي منهنجي ڪمائڻ جو وقت آهي. مون بابي جن کان موڪل ورتي آهي ته سندن ٻڌران آءٌ وڃان."

اندراڻي منهن جي هڪ ٽوڪ لاءِ متو رکي ويٺي هئي. چندرين ڏٺو ته هنجو نرار دک سان گهنجيو پيو هو؛ هن جا سهڻا چپ پٽي ڏڪيا ۽ هنجون ناسون پٽي ڦڙڪيون؛ جهٽ هنکي ڏسڻ ۾ آيو ته نينگر ويٺي روئي.

چندرين لڪڙ ماڻ پاسي ڦري ويٺو. هن ٻه ائين تواڻي آس پاس نهاريو؛ مٿي اُڀ ڏي ڏسي وري سمنڊ ڏي ڏنائين؛ نگر ڏي نهاري وري سمنڊ ڏي نهاريائين؛ پر انهن ڳوٺاڻن مان ورلو ڪي ڪين؛ اکين جا لڙڪ ڪٿي تا لڪن؛ اُهي سندس ڳلن تي پٽي وهيا. هن چڙ مان لڙڪ اُگهندي چيو "آءٌ توکي اهڙا ٻالڪ ٻڌائڻ آيو هوس. جنهن ڏينهن تنهنجي پتا پڌرو ڪيو ته هو اسان جي پرڻجڻ ۾ راضي نه آهي تنهن ساڳئي ڏينهن مون لنڪا وڃڻ جي پڪ ڪئي. مونکي اُميد آهي ته آءٌ وري نه موٽندس. آءٌ هينئر وڌيڪ ڪجهي نٿو سگهان؛ وڌيڪ ڪي چوندس ته تون سمجهي ڪين سگهندينءَ. پر هيءَ ٻڌي ڇڏ ته جي هڪ پاسي سارو جڳ ۽ ساري جڳ جو ڌن دولت ۽

ٻچي پاسي توکي رکندا تہ منهنجي منهنجي مٺڙي، آءٌ توکي ڏٺندس."

ائين چئي هو اڳيرو ٻچي پاسي ڦريو ۽ ٻيو ڳل چمي ڦٽو ڪندو هيٺ ڏٺي ٻچي آيو ويو. جڏهين رڻ جو ٻڌي ڪجهه ڀرو تيو ڏٺيئين هو وري ٻنهي مونيو ۽ چوڻ لڳو "مونکي ڀڪ سڌ آهي تہ تنهنجي مونسان دل آهي؛ پر سگهو ڪي ڇرڪ تون نيٺ وڃي ٻچي ڪنهنجي ٻلي ٻونديون؛ ٺهڪري تون مونکي دل سان لاهي ڦٽو ڪر. ۽ دعا ڪر تہ اسين شال وري ڪڏهين بہ ٻاڻ ۾ نہ گڏجون."

ائين چئي ويچاري چندريان ٻويان ٻير ڪيا. اندراني اتي ويهي رهي ۽ اچي رڻ ۾ چڙڪي. ٻنهنجو دک جهلي دل ۾ چوڻ لڳي تہ "جي آءٌ اڄ مري ٻوان تہ چندريان چاڪاڻ جيڪر لنڪا ڏي وڃي؟ هنن ولين مان ڪڏڙيءِ سان لڙڪي چوڻ ٻوان يا ٻاٽڪي هن سمنڊ ۾ ڇوڻ اُڇلائي وجهان؟" ٻوءِ وري هيءَ سمجهه ٻيس تہ جي آءٌ مري ويندس تہ پوءِ چندريان لنڪا وڃي تہ مون ڇا ۽ جي نہ وڃي تہ مون ڇا؟ انهي ڇتونا ڪندي اندراني ويهي ماڻ ماڻ ۾ رڻ لڳي.

٢

ڪنهين ماڻهوءَ کي ڪل ڪانہ ٻئي تہ چاڪاڻ ڏ ناداس ٻنهنجي ڏيءَ جو وياهن چندريان سان نہ ڪيو. جيڪي

سندس گهرا ٻرپتوان هٿا ٽنگي ٻه انهي ڳالهه جو پيڊ ڪونه
سلياءِ. جيڪڏهين ڪنهن ڪٽي تي ڪارڻ ٻچيس لاءِ
انکي رڳي هي وراڻي تي ڏناءِ ته مان جاڻان منهنجو ڪم
جاڻي. وڏي اسچرج جي ڳالهه هيءَ هئي ته جيتوڻيڪ هنکي
اندرانيءَ جون انيڪ ماڻيون آيون ته ٻه هن سيڻي کي
ناڪار واري. هو اصلي ٻڙ ڪيڊي بيٺو، چوي ته انهي
بابت مونسان چپ ٻه ڪونه چوري. سندس استري
گهٽائي ڏک، ڏوراڀا ڪيڊيس ته ايڏي وهيءَ واري نينگر
گهر ۾ وهارڻ جوڳي نه آهي، ٻر هن انهن تي ڪو به ڌيان
نه ڏنو. هن رڳو ايترو چيو ته اساڃو گرو اچي ته
پوءِ ڳالهه.

چندريان لنڪا ڏي اسهيو. ٻه ورهيه نبري ويا ته
ڪا اهڙي چوڻ جهڙي ڳالهه ڪانه ٿي. پر چندريان
موٽيو ڪون ۽ ڪو ڪو اندرانيءَ جي ٻرٽي جو ٻالو پيٽي
ٿيو. هن وقت نينگر جنهنجو ارڙهن ورهن ۾ پير هو، سا
اهڙي سندر ۽ موهڻي ٿي ڏني، جهڙو سمنت رت ۾ ٻور
سان پريل انب جو وڻ ڏسبو آهي.

اندرانيءَ کي هيڏي عمر تائين ڪنواري رهڻ جو هنٽر
دک ڪون هو. جيڪڏهين سندس ويائهن جي ڪا ڳالهه
ٻولهه هلندي هئي، ته هنجو خيال ٻ وڙندو هو جهٽ چندريان
ڏي. هنجو گل جهڙو سهڻو سرهو ڪلڙو منهن جڏهن ٿي
سندس گهنبيدار ڪارا وار پيا لڙڪندا هئا، سداءِ سندس

اکين اڳيان ھوندو ھو. ھن پهلوان جي ڪلهن تي زريدار
نيرو جبو پيل ھوندو ھو تنهنکي پيٽي ياد ڪندي
ھئي. ھنجي آڱرين ۾ جي چمڪيدار منڊيون ھونديون
ھيون سي ياد ڪري ٻٽي جهڄندي ھئي. ھن سمجهيو
ٿي تہ ھوءَ پرڻبي نيٺ ائين جتي سندس پتا جي اڇا
ھوندي؛ پر اُھو سندس ڪاڻ ٿيندو نسورو جهري
موت. پٽس جي سندس پرڻي لاءِ سندس مرضي لـ
ٿـي تنهن لي ھـوءَ راضي ھئي تہ ڇا، جي نہ راضي
ھئي تہ ڇا، پر ايترو تہ آھي تہ ھوءَ ماڄهي پيٺي ھئي.
سندس وھيءَ جيڏين اينگرين کي اڻ پرڻيل گهر ۾ رکڻ
جو دستور نہ ھو. جي ويانهن سنسڪار نہ ٿيندو ھو تہ
ٻہ مائٽي ڪري ڇڏيندا ھا. ھي ڏاڍي ھڪڙي اچرج
جهڙي ڳالهہ ھئي جو پٽس ھنجي مٽي مائٽي جي ڳالهہ
ئي نہ پيو ٻڌي. ائين ڪرڻ لاءِ ھنکي سبب ڪهڙو ھو
تنهنجو اچانڪ ھڪڙي ڏينهن اندراٽيءَ کي پتو پئجي ويو.

واپار جـي ڏنڌي ڪندي ڏناداس کـي ھڪڙي
سندر چيناٽي صندوق ھٿ لڳي وئي ھئي. انهيءَ
پر جون صندوقون گهڻو ڪري جي ٿينديون آھن تن کان
ھي البت وڏيرڙي ھئي؛ سندس استري پنهنجا ڳهڻا
ان ۾ رکندي ھئي. ڏنـاداس پنهنجي استريءَ ڪاڻ
ڪيترا نـوان ڳهڻا ٺهرايا ھـا، تنهنڪري ھنجي پتني
پنهنجي پراڻن ملبيڻ جي صندوق ڪٽي ڏيءَ کي ڏني.

اندرانيءَ جڏهين اُهي ڳهڻا ويڙهي ورائي صندوق ۾
ناهي ٿي رکيا، تڏهين ڏٺائين ته صندوق ۾ هڪڙو اڌ
ڦاٽل ڪاڳر ٽڪر پيو آهي.

اندراني چڱي پڙهيل هئي. هوءَ جا ڪڍي انهيءَ
ڪاڳر ٽڪر ڏي نهاري ته ڏسي ته سندس نالو لکيو
پيو آهي. هوءَ اچرج ۾ پئجي ويئي. هن وري وري
اهو ڪاڳر ٽڪر جاچي ڏٺو، پر هن تي جيڪي لکيل هو
تنهنجو مطلب سمجهي ڪين سگهي ۽ نڪا اها سڌ
پئي سگهيس ته ڪنهن لکيو آهي ۽ ڪنهن ڏي لکيل
آهي. پر ڪاڳر ٽڪر تي جيڪي عجب جهڙا اکر ڏٺائين
تن مان سندس دل ۾ خوف اچي جاڳيو؛ انهيءَ ڪاڳر
ٽڪر تي هن ريت لکيل هو:-

"گرهڻ جاچڻ سان ڏس
اندرانيءَ جهڙي سونيءَ مورت
وڏي پياڪ آپدا آڻيندي
ورهن ٽئي هڪ ٻئي کي نه ڏسندا
ڏسي سگهان."

نيمگر جي دل ۾ پڻ اُچي جاڳيو ته ڪا آپدا اچي
ڪڙڪڻي آهي. هن اهو ڪاڳر ٽڪر سنڀالي ويڙهي
ڪڍي رکيو ۽ اُنهي ليڪ بابت ڪنهين سان ٻاڦوڙ ڪانه
ڪڍيائين.

٣

مٽي جي ٻه ورهه ڇياسون تن ڪانپوءِ وڃي پيو هڪڙو

ورهه ٻه ٽيري ويو، پر چنڊرياڻ جي لنڪا کان موٽڻ
اچڻ جو ڪنهن پڪو ٻه ڪونه ڪيو. پر اندراڻيءَ جي
دل اڳيان هنجي مورت سدائين بيٺي هئي ۽ هن کي اها
پڪ هئي ته هن ٻه ڪيس ڪڏهين ڪين وساريو هوندو
نه ته جيڪر هو موٽي اچي ها.

جڏهين ٽيو ورهه ٻه خير جونگهي ويو تڏهين ڏنانداس
ائين اوچتو ظاهر ڪيو ته مون پنهنجو ڪٽنب ڪاشيءَ
وٺي وڃڻ جو نهراءُ ڪيو آهي، ڇاڪاڻ جو منهنجي
گروءَ هڪ شش هٿان چوائي موڪليو اٿم ته توهين سڀ
هيڏي هن پراڻن تيرٿ استان ڏي اچو. اندراڻيءَ جي
ويانهن جو نهراءُ نيت ڪاشيءَ ۾ ٿيو آهي. منهنجي گروءَ
هنجي لاءِ گهوٽ اتي لڌو آهي.

ڏنانداس پنهنجي استري ۽ ڌي سميت ڪاشي روانو
ٿيو. اُنهي پوتر استان ۾ پهچڻ کان پوءِ سنتشي سندس
گرو انند سوامي کين گڏجڻ آيو ۽ ويانهن جي تاريخ
نهرائي آڳيا ڏناءِ ته شاستر انسار اُنجي لاءِ پورو جوڙ جڪ
ٿئي. سڀ سانپاهو پوري طرح ٿي رهيو. رڳو هڪ ڳالهه
جي اوڻائي هئي. شادي جي سمي جي شادمانا ۽
ڪانڻ پيڻ ۽ ڪونون ٿيندڙون آهن سي پنهنجي ڪين ها.
ڏنانداس جي ڪٽنب ٻنان ٻئي ڪنهين ٻاهرين ماڻهوءَ
کي سڌ ڪانه هئي ته اُنهي گهر ۾ اهڙو سگهو ڪا شادي
ٿيڻي آهي. ڌرمي ڪريائون ۽ سادي سوڻ جي ضرور

ٽيٽا هٿا سي ڪرٽا پيا پيو مڙوئي آنند.

پرڻي واري ڏينهن جي سانجهي آئي. مهورت جو وقت هو رات جو ۹ وڳي. ڇاڙي سوڏ و گهر جي پانين کان سواء پيو ڪوبه ماڻهو اتي ڪونه آيو. رڳو ويجهن پاڙيسرين مان ٻه ڪنهنڪي ڪونه ڪانه تي هئي. انهيءَ ويل ٿاءِ ڏناداس ٻنان، پيو ڪنهنڪي ڪل ڪانه هئي ته گهوٽ ڪهڙو آهي ۽ ڪٿان اچڻو آهي. پر اها سڀني کي پڪ هئي ته جڏهين انند سواميءَ پاڻ گهوٽ چونڊيو آهي لڏهين هو گهڻو ڪداچت ڪين هوندو ۽ چونڊ سڀني د لپسند ڪئي هونداءِ. جي هڏجو نالو نٿو ٻڌائي ته هو ڄاڻي، سندس ڪم ڄاڻي، ايڪ ڪرڻ ۾ سندس گروءَ جو پريوڄن ڪهڙو هو سو ڪير ڇٽي سگهندو؟ آچارج لاء پوري پربند ڪرڻ ۽ پرڻي جي ساري سانباهي ٽيڻ ڪانپوءَ هو وڃي ڏار ڪونيءَ ۾ ڀالم تي ويهي رهيو. ڏناداس ٻاهر گهوٽ جي اچڻ ڪاڻ سنبريو بيٺو هو. اندراڻي پرڻي جو وڳو پهري اڪيلي پنهنجي ڪونيءَ ۾ ويٺي هئي. نينگر پنهنجي دل ۾ چيو ته هي واه جو ويانهن تو ٿئي، اهڙو اڳي نه ڪڏهين ڏٺو نه ٻڌو، پر انهي ڳالهه کي ڪبو ڇا؟ جي چنڊريان سان مهنجو ويانهن نٿو ٿئي ته پوءِ ڪنهن سان ٻه ڪٽي پرٽائيندر- جنهن سان مهنجي دل اٽڙي آهي تنهن سان ته هاء آءٌ ڪڏهين ڪين پرڻبس! انهي ويچار ۾ هئي

ته ڌناداس آيو ڌي کي وٺڻ. جتي وياهه سنسڪار
ٿيڻو هو تتي هنگي وٺي وڃڻ کان اڳي هنجون اکيون
ڪپڙي سان ڍڪيون سوگهيون ڪري ٻڌاءِ جو هوءَ ڪي
ٻه ڏسي ڪين ٿي سگهي. اندراڻي پڇو بابا، هي ڪهڙو
نئون ڪيل آهي؟

ڌناداس وراڻي ڏني ته ”گرو جن جي آگيا اهڙي
طرح آهي. جئن آءٌ توکي چوان نئن ڪندي وڃ. منتر
جيڪي توکي چوٿا آهن سي دل ۾ چئو“.

اندراڻي ورندي ڪانه ڏني، پٽس هٿ کان وٺي انهيءَ
جاءِ ۾ نيس جا وياهه لاءِ سنباهي ويئي هئي.

اتي اچڻ مهل جي اکيون پٽيلون هجنس ها ته
ڏسي ها ته جيڪو سندس پتار ٿيڻو هو تنهنجون ٻه اکيون
ٻڌيون پيون آهن. اتي گروءَ، آچارج ۽ نيمگر جي ٻيءَ
ڏاران ٻيو ڪوبه ماڻهو ڪونه هو. گهوٽ ڪنوار ٻنهي
جون اکيون ٻڌيون پيون هيون، جنهنڪري وياهه
سنسڪار پوري ٿيڻ کان پوءِ جو ڀڙياءِ هنن جو هڪٻئي
جي منهن ڏسڻ جو سورڻ ٿيندو آهي سو ڪونه ٿيو.

سنسڪار پوري ٿيڻ پڄاڻا گرو ڏيو گهوٽ ڪنوار
کي هن ريت چيو:- ”توهين هڪ ٻئي سان پرڻيا آهيو،
پر هڪ ٻئي کي ڏٺو ڪين اٿو. هن سنسڪار جو پريوجن
رکيو هي آهي، ته هيڏي عمر تائين ڪنواري رهڻ ڪري
وهي وڃائڻ جو ڪلنڪ جو ڪنوارپ رهي ٿو تنهنڪان

هوءَ چيٽي. چٽي اٿو سگهجي ته توهين هن حيالي ۾ هڪ
ٻئي کي ڏسندؤ يا نه. جي ڪٿي هڪ ٻئي کي گڏجو
ته ٻه استري پرش وانگيان هڪ ٻئي کي سڃاڻي نه
ڪين سگهندؤ. جنهنڪري آءٌ توهانکي هڪڙو اپاءُ
ڏسيانٿو ته جي هن کان پوءِ ڪٿي گڏجڻ ٿئيو ته هڪ ٻئي
کي سڃاڻي سگهو. منهنجي هٿ ۾ هنڻو ٻه منڊيون آهن.
انهن ۾ جي جواهر جڙهيل آهن سي تمام اڻ لڀ آهن
۽ اهڙن جواهرن جو هٿ اچڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، تنهن
کان سواءِ هرهڪ منڊيءَ جي اندرين پاسي مور جي مورت
اُڪريل آهي. آءٌ هڪ منڊي تو ڏيان ڪنوار کي ۽
هڪ ٿو ڏيان گهوٽ کي. ٻئي ڪنهن وٽ اهڙيون منڊيون
ڪين آهن ۽ انهن تي جا اُڪرتيل آهي سا مون پنهنجي
هٿين ڪئي آهي ۽ ٻيو ڪو اهڙي ڪريئي ڪين سگهندو.
جيڪڏهن ڪنوار اهڙي منڊي ڪڏهين ڪنهن پرش
جي آڱر ۾ ڏسندي ته هن کي سڌ پوندي ته هو سندس
پتي آهي، ۽ جي گهوٽ اهڙي منڊي ڪنهن استري
جي آڱر ۾ ڏسندو، ته هو سمجهندو اها سندس پرنيل
استري آهي. سنڀالجو ته آءٌ جي منڊيون ڏيانٿو سي
وڃائي نه ڇڏجو. اُهي ڪڏهن ٻه هٿان نه ڇڏيو. اَصل
ڪڏهن ٻه هٿان نه ڇڏجو. تنگهڻ ڏکيا ڏيندا هجو ته ٻه نه
وڪڻجو. تنهنکان سواءِ منهنجي هيءَ آڳيا اٿو ته اڄ کان
وٺي پنجن ورهين تائين هي منڊيون پائجو نه. اڄ آڪاڙ

مهني جي شڪل پڪش جي پنجين نمت ۽ پارهي گهڙي آهي. اڄ ڪان وٺي پنجين ورهه جي انهيءَ ساڳيءَ لنت ۽ گهڙيءَ سوڊو همن منديڻ جي جهل وڌي اٿمانوَ، سو جي هيءَ پاري آگيا ٿوڙيندؤ ته توهانئي پيانڪ آپدائون اچي ڪڙڪنديون.

هن اپديش ڪان پوءِ انندسوامي رمندو رهيو. پوءِ ڏناداس پنهنجي ڏيءَ جي اکين ٿان ڪپڙو کوليو. اندرانيءَ هيڏي هوڏي نهاريو ۽ ڏناءِ ته ڪونيءَ مرپٽس ۽ آچارج ڏاران بيو ڪوبه ماڻهو ڪونهي. سندس پنهي ڪاڏي الوپ ٿي ويو هو؛ هن پرٽي رات هيڪلو گذاريو.

٤

ويانهن ڪان پوءِ ڏناداس پنهنجي استري ۽ ڏيءَ سميت پنهنجي گهر موٽي آيو. پيا چار ورهه نبري ويا. چندريان اچا سوڏو ٻاهر هو، پر جي هـو هميشه موٽي ها ته به اندرانيءَ جو ڪهڙو ڪارج سري ها؟

اندرانيءَ ڪان سندس ٻالپڻي جو سنگتي وڇڙي سچا سٺ ورهيه ٻاهر مسافريءَ ٿي رهيو هو، انهي ڳالهه جي ويچار ڪري سندس دل ٿي ننڍڙي ٿي. هن چيو ته آءٌ ڪٿي وسهان، ته هو هيترا سارا ورهه جو نـه موٽيـو آهي سو رڳو انهي ڪري ته آءٌ نئي وسرانس؟ ڪهڙي سڌ پوي ته هو جيئرو آهي يا مري ويو آهي. هـاڻـي جڏهين آءٌ ٻئي جي پليءِ پيٺي آهيان تڏهين آءٌ هنجي

منهن ڏسڻ جي چاهه ڪئن ڪريان؟ اڙي ٻر آءُ اهڙي آس اُميد ڇو نہ ڪريان، تہ منهنجو ٻالپڻي جو سنگتي اڃان صحيح سلامت آهي؟

هن وقت سندس ٻيو پٽا وياڪل ٿي دکي ڏسڻ ۾ آيو. نيٺ هو ڏاڍو نا ڇگو ٿي پيو ۽ اُنهيءَ ناچاڪائي ۾ چلي رهيو. هنجي اِستري ٻنهي جي جهوريءَ ۾ پران ٿياڳڻ جو پڪو ڪيو. اندراڻيءَ جو سندس پيءُ ماءُ ڏاران پيو ڪو مت مائٽ ڪونہ هو، تنهن اُکين ۾ پاڻي آڻي ماءُ کي گهڻو ٻاڏايو تہ امان تون انهي ڳالهہ تان لهي وڃ ٻر ڏناداس جي وڏوا ٿيڻ نہ ڏي. انهيءَ ريت اندراڻي هن جڳتر ۾ هيڪلي رهجي ويئي ۽ پرميشور بنا سندس بيو ڪو اوهي واهي ڪونہ رهيو. پران ٿياڳڻ کان اڳي اندراڻيءَ جي ماتا ڏيءُ کي دلاسو ڏيئي هنجو من ٻوڙيو. هنکي چيائين ”اُمڙ! توکي ڪهڙي چنتا آهي؟ تون پرنيل اِستري آهين. ڪهڙي ستي ٻوي تہ مدت پوري ٿيڻ پڇاڻا تنهنجو پتار اچي توکي ملي. تون اچا تاءِ ننڍڙي نينگر ڪين آهين. ٻر وڏي ڳالهہ هي آهي تہ هن جڳتر ۾ جو سيڪي کان وڏو سهائڪ ڏن آهي سو تو وٽ جهجهو آهي. پڻهي تنهنجي ڪاڻ پورو بندو ڪري ويو آهي.“

هاءِ! ويچاري وسوڙل وڏوا. انهيءَ ڳالهہ ۾ هوءَ ڪيترو نہ پليل هئي. ڏناداس جي چالاڪي کان پوءِ پڇا

ڳاڇا ڪرڻ سان خبر پيئي تہ جيڪو سندس ميڙيل
چوندبل ڌن هو سو سڀ اُڌاميو ويو هو. ڏيڻس ڪاڻ
باقي رڳو سندس مٽيا، گهر ۽ سامان اسباب وڃي رهيا
ها، ٻيو ٿيو پلو. ڏسڻ ۾ آيو تہ ڪيترن ورهين لاڪر
ڌناداس کي سندس ڏنڌي ۾ ڇيهي پنيان ڇيهو پئي
پيو ۽ هنڪي جا پيٽ ڏيڻي هئي تنهنجي هن ڪنهن
سان ٻاق بہ ٻاهر نہ ڪڍي هئي ۽ جيسين هو جيئرو هو
ليسين انهن گهاٽن پرڻ جا ماٿ ميٽ ۾ پئي حيلا حوالا
ڪياءِ. ٻچاڙيءَ ۾ پنهنجي گمايل ٻونجي جي وري ملڻ
جي آس لاهي ويٺو هو، هنجي ناچڱائي ۽ مرتيو جو
ڪارڻ ئي چنتا ۽ ڌنڌي جي وياڪلتا هئي.

جڏهن هن نياڳي واپاري جي ڪارخاني ڪنجڻ جي
خبر چوڌاري پکڙجي ويئي، تڏهين لهڻي وارن اچي
اندراني کي پيڙيو تہ اسانکي پيءُ جو قرض ڏي. ٻچا
ڳاڇا ۽ جاچ جوچ ڪان هنکي سڌ پيئي، تہ هنن جون
دعوائون سچون آهن. پڻس سچو واپاري هو ۽ هوءَ پنهن
جي پيءُ جي ڌيءُ هئي؛ تنهن ڇا ڪيو جو پنهنجا
مٽيا وڪڻي پيءُ جو قرض ڪوڏي دمڙيءَ سود و
لاٿائين ۽ پنهنجي پيءُ جي نالي کي ٽڪي لڳڻ کان
بچائي ورتائين.

گهر ٽڙ وسلا واڙي پڻس جي قرض ۾ ڳري ويا.
تنهنڪري هوءَ غريب نينگر اهڙي سچي سڪڻي ٿي

پيٺي، جو شهر جي ٻاهران هڪڙي ننڍڙي جهوپڙي
پاڙي ڪري، پس پڙدي سبج ۾ وچ ۾ رهي؛ هاڻي
هنڪي نہ آسرو رڳو پنهنجي گروءِ آنند سوامي جو هو. پاڳين
ڪي هو وري انهيوقت پوري پرنڊيلا ۾ وڃي نڪتو هو،
۽ اهڙو ڪوماڻهو ڪونہ هو جو هنڪي هوءِ پنهنجي سڄڻ ۽
سعيا ليدڙ ڏي موڪلي پنهنجن ڏکن ۽ آپدائن جي سڌ سماعڏئي.

## ٥

اندراڻي سندر جوڙني استري هئي. هوءَ هيڪلي
گهر ۾ سڄي پيٺي هجي سا ڳالهہ سهڻي نہ هئي انهيءَ ۾
نہ رڳو جوکو هو، پر ماڻهن ۾ ننداٿيڻ جو انديشو هو. الي
پرسان املا نالي هڪڙي ڏوڙي جي ڌيءُ رهندي هئي.
هوءَ وڌوا هئي ۽ هڪڙو هوس ٽڻن لي پٽ ۽ ٻيون هيس
نند يون ڌيئر. هن جي جوڀن اوستا لنگهي ويئي هئي،
انهڪري اهڙي سونهن شبيهہ ڪانہ هيس، پر چال چلگت
سٺي ۽ سوڌي هجڻ جي سندس هاڪ هئي. انهيءَ ڪري
اندراڻي راتجو هن جي گهر ۾ وڃي رهندي هئي.

هڪڙي ڏينهن سنجها ويل جڏهن اندراڻي هن نئين
ساهيڙيءَ جي گهر آئي تڏهين املا چيس تہ مون اڄ
هڪڙي خبر ٻڌي آهي. ماڻهو چوندا تہ چندريان اٺن
ورهين کان پوءِ موٽي گهر آيو آهي. هن اوچتي خبر ٻڌڻ
ڪري اندراڻيءَ منهن ڦيرائي ڪٽي ٻٽي پاسي ڪيو تہ املا
سندس اکين مان لڙڪ وهندڙ ڏسي نہ وٺي. هنکي

ائين ٿيئي پاسيو ته جيترو سان جيڪو سندس ٻاقي لڳ لاڳاپو هو
سو ٻه هاڻي ٽٽو. چندريان دل ڏاڍي ڪئي ته ڏسجي
جو مونکي وساريو اٿس، نه جيڪر ڇو موني اچي ها؟
ٿئي ليکي چندريان مونکي ياد ڪري ته مون ڇا،
وساري ته مون ڇا؟ سچ، ٻـر جنهنجي پرايت سندس
سڄي حياتي جي سونهن هئي، سو ڪيئس ڊليون لاهي
ڇڏي، سا ڳالهه سهڻ جهڙي نه هئي. پوءِ وري وچار
آيس ته جيڪس مونکي نه ٻه وساريو هجيس. "پلا
پنهنجو گهر ڇڏي ٻاهر ڪيترو رهندو؟ تنهن کان سواءِ
پٽس گهر جهليو وينو هو سو ٻه ڇاي رهيو آهي تنهنڪري
گهر ۾ سندس هجڻ جي تمام گهڻي ضرورت آهي."
وري دل ۾ چيائين ته "آءٌ ڇتولي آهيان نه ته آءٌ پرايل
استري چندريان جي تانگهه تات ڇو ڪريان."

املا پڇو" ڇا تون ڇئين ٿـي ته چندريان توکـي
وسري ويو آهي؟ چندريان سيٺ سندرداس جو پٽ
ٿي چوانءِ."

اندراڻي وراڻي ڏني ته هو مونکي ياد آهي.

املا چيو ته چڱو، هو موٽي آيو آهي؛ ڌن جا جهاز
پري آيو آهي، ڌن ايترو ته آندو اٿس جو ڳڻڻ کـان
ٻاهر آهي، ماڻهو ته چون ٿا ته تملڪ ايترو ڌن اڳي
ڪڏهين نه ڏٺو آهي جيترو هن آندو آهي.

اهو ٻڌي اندراڻيءَ جي دل ۾ هڪ عجب طرح جي

ايرڪا جي چٽڪ اچي اُتي. هنڪي پنهنجي ڪنگالپڻي ۽ چندريان سان سندس پرڻي جي اڳين رت جي يادگيري اچي پيئي. اڻ هوند جو ڏک، سهڻ ٻه ڏاڍو ڪٺن آهي ۽ جي هن سان ويانهن ٽئيس ها ته اُهو ڳاڻاٽي ڪان ٻاهر ڏن، جنهن جي املا ڳالهه ڪيس سو سڀ سندس ٽئي ها. اهڙيون ڪي ٿوريون استريون هونديون جي هاٽوڪي ڪنگالپڻي ۽ پوءِ جيڪا حالت ٿئي ها، تنهنجو خيال نه ڪنديون. ٿوري دير تاءِ اندراڻي ٺپيءَ ۾ پئجي ويئي. پوءِ ڳالهه ڦيرائي وري ٻيون ڳالهيون ڪرڻ لڳي. پوءِ نيمن جڏهين هو وڃي ٿي سمهيون تڏهين اوچتو هوءَ پڇڻ لڳي ”املا، هو جوان واپاري پرڻيو آهي ڪنه“؟

املا وراڻيو ڏني ”نه، هو پرنيل ڪين آهي.“

اندراڻيءَ جي اندر ۾ چڻنرا ڪٺرا اچي ٿي ۽ ڪن ڪاءِ هوءَ ويچار ۾ پئي، پر نه وڌيڪ. ٻيا سوال ڪين پڇاءِ ۽ ائين ماٺ ڪري وڃي سمهي رهي.

٦

ڪجهه وقت ٿيو پوءِ املا اندراڻيءَ وٽ آئي ۽ سر هو منهن ڪري چوڻ لڳي ٻاڳن پري جوولي مائي، هاڻي تنهنجي چال چلگت ڪي چا سمجهجي؟

اندراڻيءَ پڇيو ڇو؟ ڇو هاڻي آءٌ چا ٿي ڪريان جو تون منهنجا لڇڻ ٿي ويچارين؟

هيترا ڏينهن مون سان ڳالهه ڇو نه ٿي ڪيءِ؟
کهڙي ڳالهه ڪريانءِ؟
نه تنهنجي چندريان سيٺ سان اهڙي گهري پريت آهي؟

اندراڻي جو انهي ڳالهه ٻڌڻ ڪان لڄ جي ڪري منهن ڦولجي ويو. پوءِ چيائين ته آءٌ جڏهن ٻار هيس ننڍهين نساڻجا پاڙيسري هوا ۽ ٻي ڪهڙي ڳالهه آهي جا مون لڪائي آهي؟

بس رڳو پاڙيسري هوا؟ هيڏي نهار نه. مون ڇا آندو آهي؟ انين چئي املا هڪڙي صندوق آڻي اڳي ڌري، پوءِ اها کوليندي هڪڙو اچرج ڪري ڏيکاريائين؛ هڪڙو هيرن جو هار جو انمان ڪديائين، سو هڪڙو هو تمام سندر ۽ ٻيو هو تمام قيمتي. صراف جي ڌيءِ جواهرن جي پارکو هئي. اسچرج ۾ پئجي هوءِ چوڻ لڳي مار! هي نه بادشاهه جي اُتاري جو ملهه لهي. ٻڌاءِ ته آندو ڪٿان اٿئي؟

”چندريان توکي موڪليو آهي. هن جو ٻڌو نه تون منهنجي گهر ۾ ٿي رهين، سو هن مونکي سڏايو ۽ چيائين ته هي هار وڃي ڏينس.“

اندراڻي دم ساعت ويچار ۾ پئجي ويئي. هن سمجهو ته جي اهڙو شاهي ڏاڻ قبول ڪندس، ته گهر جي دپ ڪان ڇٽي پوندس. وڏي ڏناد واپاريءَ جي

سڪيلڊي ڏيءِ، جا ساري عمر پٽ پٽيهو پهرڻ ۽
سوادي پوڄن کائڻ لي هريل هئي، لنهن هيمئر بک
جون ٻاڻون پٽي کاڌيون. دم ساعت ٻه چٽي ٿي، پسر
نيٺ تڏو ساه پري چوڻ لڳي "املا هي موناني کٽي
وچي شاهوڪار کي ڏي: چٽيمس نه آءٌ هي انگيڪار
ڪري نٿي سگهان".

املا لپرس ٻه پڇي ويٺي- واڪو ڪري چوڻ لڳي
هي چٽين چا ٿي؟ متيون موڙهيون الٿي، ڪين آءٌ
جيڪي چوان ٿي لنهن لي ويسه نٿو اچيئي؟
اندرانيءَ ڪوملتا سان وراڻي ڏني "پياري، لسون
جيڪي چٽين ٿي سو سڀ آءٌ وسهان ٿي ۽ منهنجون
متيون ڪين منجهيون آهن ۽ پر آءٌ اهو ڏاڻ انگيڪار
ڪري نٿي سگهان."

املا ساڻس گهڻي مٿا ڪٽ ڪئي، پر وريو ڪين.
اندراني هڪ ڳالهه تي ٿي بيٺي، هن گهڻوئي ٻاڌايس
پر هي پٽيءَ نه مڙي. نيٺ املا ڇا ڪيو جو اهو هار
ڪٽي وڃي نگر جي راجا مدن ديو کي ڏناءِ. راجا کي
ڏندوس ڪري چياءِ "سائين پلاني ڪري هي هار
قبول ڪريو. اهڙي دِرلڀ وستوءَ جي رکڻ جوڳ،
سائين بنان بيو ڪو ڪونهي." راجا هار قبول ڪيو ۽
املا کي جهجهو انعام ڏناءِ. اندرانيءَ کي هن ڳالهه جي
ڪابه سڌ ڪانه رهي.

تورن ڏيهن کان پوءِ چندرپان جي هڪ داسي اندراڻيءَ وٽ آئي، ۽ اچي چيائينس ته موکي ڏاڍيءَ موڪليو آهي لوکي چوڻ لاءِ، ته تون جو هن ڪکائين جهوپڙيءَ ۾ رهين ٿي سا ڳالهه هن کان سٺي نٿي وڃي. تون هنجي ننڍي هوندي جي سنگتياڻي آهين. تنهنجي پتا جو گهر هنکي پنهنجي گهر سمان آهي. هو پنهنجي گهر ۾ رهڻ لاءِ توکي چئي ٿو سگهي، پر هن پڻهي جو گهر سندس لهڻي وارن کان ملهه ڳڌو آهي، ۽ هنجي مرضي آهي ته اهو توکي ڏئي. پنهنجو پراڻو گهر هن کان قبول ڪندينءَ ته هو تنهنجي پلائي چاهيندو ۽ ڏاڍو پرسن ٿيندو.

ڪنگالپڻي جي ڏکن مان سيني کان ڪنن دک جنهن هنجي دل لي گهاءُ ڪيو هو، سو هو سندس بالپڻي جي گهر کان وڇوڙي جو دک. جنهن پياري گهر ۾ هن ٻاراڻي اوستا ۾ راند روند ڪئي هئي، جتي هنجي پيءُ ماءُ سکيا سهنجا ڏينهن گذاريا ها، ۽ جتي هنن جو چالاڻو ٿيو ڏنو هواءِ، تنهن ۾ هوءِ پنهنجا ڏينهن نه ڪاٽي، انهي خيال ڏاڍو پريشان ڪيو هوس. رڳو ڪو سندس اباڻي گهر جو نالو وٺندو هو ته اکين ۾ پاڻي اچي ويندو هوس.

هن شاهوڪار جي نوڪر پاڻيءَ جا ٺورا مڃيا ۽ هنکي آسيس ڪياءِ. پوءِ چياءِ "آءٌ سمجهانٿي ته مونکي اها

بخشيش قبول ڪرڻ نه گهرجي پر پنهنجن وڏن جي گهر ۾ موٽي وڃڻ جي جا سڪ اٿم تنهنکي روڪي نه ٿي سگهان. شال تنهنجو ڏٽي سدا ڀاڳوارو ۽ سکيو ستهنجو هجي!"

اها داسي نمسڪار ڪري هلي ويئي. املا اتهي وچم اتي حاضر هئي. اندراڻيءَ هنکي چيو ته اُتي اڪيلي آءٌ رهي ڪين سگهنديس ۽ توکي مونسان گڏ هلي رهڻ کپي.

املا اها ڳالهه مڃي ۽ اندراڻيءَ سان گڏجي وڃي ته ناداس جي پراڻي گهر ۾ ٽڪي. تنهنکانپوءِ اندراڻيءَ املا کي جهلي ڇڏيو ته اڳتي چندريان جي گهر نه ويندي ڪر ۽ چيائينس ته "اها منهنجي ڳالهه دل تي رکج."

پنهنجي گهر ۾ اچي رهڻ کانپوءِ اندراڻيءَ کي هڪڙيءَ ڳالهه ڏاڍو منجهايو هو. هڪڙي ڏينهن املا کيس چيو ته ڏوڪڙ پئسي بابت تون ڪو الڪو نه ڪر، ۽ ٽڪي آنجي لاءِ ڪو ڏکُ ڏاڪڙو ڪر. مونکي راجا جي محلات ۾ ڪم مليو آهي تنهنڪري ڏوڪڙ پئسي جي ڪمي ڪانه رهندي. آءٌ پاڻهيئي گهر ويٺي هلائيندس، پر توکي سدا ڏياڻي ڪري پائيندس ۽ آءٌ نوڪرياڻيءَ وانگر ئي رهنديس. سچ پچ هن ڏٺو ته املا پئسا خوب ويٺي خرچي، تنهنڪري هنکي هر ڪر اچي ٿي ۽ دلم ڏاڍو شڪ اچي جاڳيس.

٧

هاڻي نيٺ اندراڻيءَ جي ٻڙڻي کي پنج ورهه اچي

پورا ٿيا ۽ آڪاڙ مهني جي سهائي پکش جي پڌڄين ٽٽ
اچي پهتي. اُنهي ڳالهه جي سمڪ ايندي جڏهن سمجها
جو ويلو ٿيو تڏهن هوءَ ويچار ۾ ٻڏي ويئي. دل ۾ چوڻ لڳي
ته گروءَ جي آڳيا پرماڻي سياڻي آءٌ منڊي ڪٽي پايان
نه چاهي. پر پايان ڇو؟ اُنهان ڪارج ڪهڙو سرندو؟
منڊي پائڻ ڪري جيڪس پتيءَ کي لهندي پس. پر
منهنجي دل هنڪي لهڻ چاهي ٿي ڇا؟ پتي جي مورت
الائجي ڇاڪاڻ سداءِ منهنجي دل ۾ چٽي پيئي آهي؟
منهنجو ڪرلب آهي ته آءٌ پنهنجي منڊي مڙس کي
سيکت ڏيان ۽ سمجهايان. ائين نه ڪنديس ته ڪڏهن
گهاتي پاپ ۾ وڃي ڪرنديس. اُنهيءَ مهل **املا** اچرج ۾
مُنهن ڪري سهڪندي اُتي **آئي**.

هن واڪو ڪري چيو ”هان ڏسي ڪو **هي** تماشو،
آءٌ نه سمجهي سگهان ٿي نه هي آهي ڇا؟ **اڳتي** الائجي
ڇا بڻڻو آهي.“

اندرانيءَ پڇيو آهي ڇا؟

چاهي، نوڪرن ۽ نوڪرياڻين جو سڄو **ڪٽنب** اچي
لٿو آهي. ٻالڪي وٺي آيا **آهن** لوڪي راجا جي محلات
۾ چاڙهي وڃڻ لاءِ.

مورکه، ڇتين ڇا ٿي؟ تنهنجي مت ڪٿي آهي ڇا؟
مولڪي راجا جي محلات ڏي ڇو وٺي ويندا؟ راجا جي
محلات سان منهنجو ڪهڙو پريوجن آهي؟

ايتري ۾ راجا جي هڪڙيءَ نوڪرياڻيءَ اچي اچي مٿهن ڪيو، ۽ نمسڪار ڪري چيائين ته ماٽي، مونکي راجا سائين جو حڪم آهي، شل پرميشور ڏبرڳهه آيو ڏنيس، ڇرن جيو رهي، ته اندراڻي ديوي کي هڪدم محلات ۾ وٺي اچو.

اندراڻي حيرت ۾ پئجي ويئي پر وچڻ کان انڪار ڪري نه سگهي. ڀلا راجا جي آگيا ڪير ڀنگ ڪري؟ لنهنڪان سواءِ راجا مدن ديو جي محلات ۾ وڃڻ کان ڊپ ڪرڻ لاءِ ڪو سبب ڪونه هوس. راجا ديا ۽ پن جي لاءِ هاڪارو هو. هو نه رڳو پاڻ پن وان ۽ ڌرمشت هو پر سندس ڏهڪاءُ اهڙو هو جو مجال جو سندس محلات ۾ ڪو ڪٿي ڪنهين استريءَ سان اهنج ايذاءُ ڪري يا ڪنهنکي ڏکوئي.

اندراڻيءَ املا کي چيو "ته آءٌ راجا کي نمسڪار ڪرڻ لاءِ ٿي وڃان، تون ٻه مونسان گڏجي هل."

املا ساڻس وڃڻ ڀانيو. سندس ڏياڻي ڀالڪيءَ ۾ چڙهي وڏي ناز سان اچي محلات ۾ لٿي. هڪڙي نوڪرياڻي راجا ڏي ڊوڙي ويئي ۽ وڃي ٻڌايائينس ته اندراڻي آئي آهي. پوءِ راجا جي آگيا پرماڻي هوءَ موٽي آئي ۽ اندراڻيءَ کي راجا وٽ وٺي ويئي.

املا ٻاهر ترسي ويٺي پر ڏاڍي هرکر هئس.

## ۸

اندراڻي راجا جي هلت چلت ڏسي پرسن ٿي . هو قد جو ڊگهو، سهڻو ۽ ناهوڪو مڙس هو. چالي وڏي هيس ۽ ڏسڻ ۾ بهادر هو، هنجو نرار اوچو، اکيون وڏيون ۽ لکيون ۽ هنجي چال چلگت مانائتي هئي . ستر واري استريءَ کي اهڙو ناهوڪو ۽ من موهڻو پرش سداءِ ڏسڻ ۾ نٿو اچي؛ ۽ راجا ٻه سمجهو ته شاهي محلاتن ۾ ٻه هن شاهوڪار جي ڌيءَ جهڙيون سندر اپسرائون سداءِ نٿيون ڏسجن.

راجا پڇيو ته ”اندراڻي هي آهي ؟“

اندراڻي ورندي ڏني ”مهاراج توهان جي داسي آءٌ آهيان.“

راجا چيو ”هاڻي ٻڌ ته مون توکي ڇو گهرايو آهي. توکي پرڻي راس جي يادگيري آهي ؟“

اندراڻي وراڻي ڏني هائو مهاراج يادگيري اٿم.

اُنهي راس آنند سوامي جيڪا منڊي توکي ڏني هئي سا تو وٽ آهي ؟

مهاراج، اها منڊي اُجا مونوٽ آهي . پر اهي ڪجهون ڳالهيون آهن سي سائين جن جي ڪن ڪئن پيون ؟

انهيءَ سوال جي جواب بدران راجا چيو، تنهنجي منڊي آهي ڪٿي؛ مونکي اها ڏيکار ته سهي .

اندراڻيءَ وراڻي ڏني ته ”منڊي منهنجي گهر آهي ؛

هِمَ ڪاله آندي اٿم، پڇڻ ورهين جي پوراڻيءَ ۾ اچا هڪ وڻي ڪن جي ڏير آهي. سوامي جن جا ڇهل وڏي آهي ته منڊي ته پاڻ سا موڪي مٺي آهي."

سو ته چگو، انند سواميءَ جا منڊي لڌهنجي پٽيءَ کي رکڻ ڪاڻ ڏني. هٿي سا لون سڃاڻي سگهنديون؟

ٻئي منڊيون سڀ پڻ هڪجهڙيون هيون. هنجي هڪجهڙائي ڪري آءٌ ٻي منڊي واه جو سڃاڻي سگهنديس.

انهي تي، راجا نوڪر ياڻيءَ کي اشارو ڪيو سا جهٽ هڪڙي ننڍڙي صندوق کڻي آئي. راجا انهي مان منڊي ڪڍي اندراڻيءَ کي ڏني ۽ چيائينس "ڏس، اها منڊي آهي؟"

اندراڻيءَ ڏيٺي تي اها ڇتاڻي ڏني ۽ چياءِ:-

مهاراج، هي سچ منهنجي پنار جي منڊي آهي. پر سائين جن کي اها هٿ ڪئن آئي؟

وري ٿورو ويچار ڪري چوڻ لڳي "مهاراج، هنجي ڏسڻ ڪان آءٌ جاڻانٿي ته آءٌ وڏوا آهيان. منهنجي سواميءَ جو مرڻيو ٿيو هوندو، لڌهين هيءَ منڊي توهانکي هٿ آئي هوندي ڇاڪاڻ جو اهڙا آڪاسي ڦل راجائن جي پليءَ پوندا آهن. توهين هن نگر جا راجا آهيو لڌهنڪري اوهانکي هٿ لڳي هوندي، نه ته منهنجو پتي ڪداچت اها هٿان نه ڇڏي ها."

راجا کلي ڏنو ۽ چيائين ”ديوي آءٌ توکي پڪ ٿو چوان ته تون وڏوا نه آهين.“

”جي ائين نه آهي ته تڏهين منهنجو پيتار مونکان ٻه وڌيڪ ڪنگال ٿي ويو هوندو، هن ٻڪ جي چڪ کان اها ڪمهنگي وڪڻي هوندي.“

”نه نه، تنهنجو سوامي وڏو ڌنونت پرش آهي.“

”تڏهين پاڻجي تو نه سائين ۽ اها منڊي منهنجي پتيءَ کان ڌاڙي نگيءَ سان ورتي آهي.“

هنجو اهڙو اپنگو ڳالهائڻ ٻڌي راجا کي ٻهرس وٺي ويو. هن چيو، ”تون ڪا ڌاڙي آڻاولي ناري ٿي ڏسجين! اڄ ڏينهن سوڌو راجا مدن ديو لئي ڦر، ٻيا نگيءَ جو ڏوهه ڪنهن ڪونه رکيو آهي!“

”پلا، تڏهين اها منڊي مهاراج جن کي ڪٿان هٿ آئي؟“

”لوهاڻي پرڻي رات اها اندر سوامي پاڻ منهنجي آڱر ۾ پاتي، نه ٻيو وري ڇا!“

هي ٻڌي اندراڻيءَ لڄائڻجي ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو. پوءِ چيائين ”مهاراج! پنهنجي داسيءَ جو اپراڌ ڪميا ڪجو. آءٌ مورک آهيان ۽ اهو ڏوهه مون کان اڻڄاڻائيءَ ڪري ٿيو آهي.“

٩

اندراڻيءَ کي ڏاڍو عجب لڳو، جڏهين ٻڌائين ته آءٌ

اهڙي اوچ ٻڌويءَ واري پرش جي استري ٿي آهيان.
پر انهيءَ ڪري هنکي نڪو ايمان ٿيو ۽ نڪا خوشي ٿي.
اڻندو هو اُداس ٿي. هن ويچار ڪيو ته هيترا ڏينهاڙا
چندريان کان وڇڙي ٿيا اٿم، پر آءٌ وري ٻئي ڪنهن
سان ڪين پرڻي آهيان. اڄ کان ٿي وٺي مونکي اَپريم
جي ويانهن جو سور جاڳيو. تنهن ڪانسواءِ دل ڪري ته
آءٌ چندريان جي استري آهيان؛ منهنجي دل جڏهين
ٻئي سان اڙيل آهي. تڏهين آءٌ اهڙي وڏي ماڻهوءَ
جي استري ٿي ڪري، هي. جي گهر کي ڪٿن ڏکو
لائيندي پس؟

هن جي دل اهڙن خيالن ۾ رڌل هئي ته راجا
پڇيس:-
"اندراڻي تون منهنجي استري ٿي چڪي آهين،
پر آءٌ توکي پاڻ وٽ رکان، تنهن کان اڳي منهنجا ڪي
سوال آهن، تن جا پلائي ڪري مونکي جواب ڏي.
پهرياءِ ته مونکي ٻڌاءِ ته تون جو چندريان جي گهر ۾
ٻنا مسواڙ رهين ٿي سو ڪهڙي ليکي؟"
اندراڻي لڄي ٿي منهن هيٺ ڪري ويهي رهي.
وري راجا پڇيس "تنهنجي نوڪرياڻي املا جو هر
گهڙي چندريان جي گهر پيٺي اچي وڃي سو ڇو؟"
اندراڻي اهو سوال ٻڌي هيڪاري وڌيڪ ڦڪي
ٿي ۽ منهن هارجي ويس. دل ۾ چوٽ لڳي ته راجا سرو

چالاڪ آهي ڇا ؟

راجا وري چيو ته وڏي ڳالهه اها ٻي آهي . ٻرڻيل استري ٿي، تو جو اهڙو قيمتي هيرن جو هار چمڊرياڻ کان ورتو، سو مونکي ٻڌاء ڪهڙي حساب ؟

انهي تي اندراڻي دل جهلي وراڻي ڏني :-

"مهاراج! ڀوڻياء مون تو هانکي سرو گياني پائيون هو ٻر آءٌ پلي هيس ۽ هاڻي آءٌ سمجهان ٿي ته توهين سرو گياني ڪين آهيو. مون اهو هار چمڊرياڻ کي موٽائي ڪين ڏنو هو؟"

"ڪيئن تو چوي ته تو موٽائي ڏنو هو؟ تو مونکي وڪيو ڪين هو؟ اجهو هي، هار آهي." ائين چئي راجا صندوق مان هار ڪڍيو ۽ هنکي ڏيکاريائين. هن هار جهٽ سڃاڻي ورتو ۽ ڏاڍي حيران ٿي ۽ پوء چوڻ لڳي :-

مهاراج ڪريا ڪري ٻڌايو ته سهي ته هار وڪڻڻ لاء توهان وٽ آءٌ پاڻ ڪٿي آئي هيس ڪڏهن ؟

"نه، تهڏهن توڪرياڻي املا مون وٽ ڪٿي آئي هئي. هنکي ڏهرايان ؟"

اندراڻيءَ کي منيان لڳي، ٻر هنڊر هڪڙو چڱو خيال دل تي تري آيس، تهڏهن مرڪي ائين آسرت چوڻ لڳي :-

"مهاراج، آءٌ ٻدهڻجو ڏوهه، ٻاسيان ٿي. املا کي

گهرائڻ جو ضرورئي ڪونهي. آءٌ مڃان ٿي ته مون هار توهانکي وڪڻيو."

انهي تي وري راجا کي ٽپرس لڳو. هن چيو:-

"استرين جو پيدا ڪنهنجي سمجهڻ جو نه آهي. تون پرنيل استري، پوءِ تو چندرپان کان اهڙي قيمتي بخشش وٺڻ ڪئن قبولي؟"

"هنجي مونسان ڏاڍي دل هئي تنهنڪري هنجي پيار جي نشاني ڪري ورتم." راجا اها وراڻي ٻڌي هيڪاري وسمئي ۾ پئجي ويو. "هي ڇئي ڇا پئي؟ هن سان ڪهڙي ريت جو پيار هوءِ؟"

"مهاراج، جي سچ ڪري پڇو ته آءٌ ڏاڍي ڀڇڙي آهيان. آءٌ توهانجي استري ٿيڻ جي لائق نه آهيان. آءٌ توهانکي اسڪار ٿي ڪريان. مونکي موڪل ڏيو ته وڃان. توهين مونسان پرڻجڻ جي ڳالهه پلائي ڪري وساري ڇڏيو."

اندراڻي ڏمي پرنام ڪيو ۽ وڃڻ ۾ هئي ته راجا جو موڙهل منهن سرهائيءَ سان ٻهڪڻ ۽ مرڪڻ لڳو. هن ڏاڍيان کلي ڏنو.

اندراڻي منهن ڦيرائي ڏانهس ڪيو.

هن واڪو ڪري چيو "اندراڻي تون مون کان بازي کٽي ويئي آهين. مون هار مڃي. تون ڀڇڙي نه آهين ۽ نڪي آءٌ تنهنجو ڀتار آهيان! سو تون اُبهري نه ٿيءُ."

وچ نه."

مهاراج، لڌهين ڪرپا ڪري پنهنجي داسيءَ کي ٻڌايو نه، ته هي سارو ڏنڌو آهي ڪٿان؟ آءٌ غريب استري آهيان، مونکي اها ڳالهه وسهڻ ۾ نٿي اچي ته اوهان جهڙو مهان پرش، ويهي مون جهڙي غريب داسيءَ سان چٿرون ڪندو."

راجا هيڪاري اچي ڪل ۾ پيو، پوءِ چوڻ لڳو "سندر ديوي، مون جهڙن وڏن ماڻهن کي اهڙين اڳم ڳالهين ڪرڻ مان مزو ايندو آهي. هاڻي ڀلا مونکي ٻڌاءِ.. ڇو، ورهه ٿيا لڌهين تو پنهنجن ڳهڻن جي صندوق مان اڌ قائل ڪاڳر نڪر لڌو هو ڪين نه؟ اهو اڃان تو وٽ آهي ڪونهي؟"

"مهاراج، توهين نيت سرو ڄاڻڻ هار ٿيا! اهو ڪاڳر نڪر اڃا مون وٽ ڏريو آهي" راجا چيو چڱو، لڌهين وري پالڪيءَ ۾ چڙهه، گهر وڃ ۽ اهو ڪاڳر نڪر ڪڍي آڻي ڏيم. جڏهين اهو ڪڍي ايندينءَ تڏهين توکي آءٌ سيڪڇهه ٻڌائيندس.

## ۱۰

اندراني راجا جي آگيا پرماڻي پالڪيءَ ۾ چڙهي پنهنجي گهر موٽي آئي، ۽ جنهن ڪاڳر نڪر جي مٿي ڳالهه ڪئي اٿون، سو همٿ ڪري آڻي راجا کي ڏناءِ. راجا اهو ڪاڳر نڪر چڱي ريت چڪاسي ڏٺو، پوءِ

انهيءَ جهڙو ٻيو ٽڪر ڪڍيائين، ۽ اُهو اندرانيءَ کي ڏيئي چيائينس ته ٻئي ٽڪر ڪٺي ڳنڍ. هن جڏهين اُهي ڳنڍيا لڌهين ڏٺائين ته انهن جون ٻئي ڪناريون پاڻ ۾ مليون آهن. پوءِ راجا چيس ته هاڻي پڙهي ڏس ته انهيءَ ڪاڳر تي ڇا لکيل آهي. اندرانيءَ اهو لکيل هن ريت پڙهيو:-

"(گرهن جا چارڻ سان ڏسجي ٿو)،
ته لوهان جا رت ڪٽي اهي سا آشپ آهي
(اندرانيءَ جهڙي سونهي مورت) کي ايڏي
وڏ واپٽي جي جوکي ۾ وجهڻ نه گهرجي.
هنجي شادي پيارڪ اُهڙا آڻيندي.

مون گرهن کي جاچي ڏٺو آهي ته هوءَ نندي وهي ۾ وڌوا ٿيندي، لنهنڪري ٻه جي استري پرش پڻ ورهن لاءِ هڪ ٻئي کي نه ڏسندا، ته پوءِ جيڪس آءٌ کو اُپاءُ ڏيئي سگهان، جنهنڪري هو گرهن جي پرياءَ کان بچي وڃن.

جڏهين اندراڻي هي ليک پڙهي رهي لڌهين راجا چيو، "هي ڪاڳر پڻهي کي اندر سواءِ ڏنو هو".

اندرانيءَ چيو ته هاڻي مون ڳالهه کي پروڙيو آهي. هاڻي آءٌ سمجهانئي ته ويانهن مهل اسانجون اکيون ڇو ٻڌيون هوانون، ڇو ويانهن سنسڪار اهڙي اچرج جهڙي ريت سان ۽ ڳجهه ڳوهه ۾ ٿيو هو ۽ پڇن ورهن سوڌو اسانکي مدبين پاڻ جي جهل ڇو وڌي هوانون. انترو

تہ آءٌ سمجهي وٺي آهيان، ٻر باقي جيڪو ڪُجهہ آهي سو اڃا مهنجي سمجهہ ۾ نہ آيو آهي. راجا وراڻي ڏني تہ اهو تہ پڪ سمجهو هوندءِ تہ جڏهين هي ليڪہ تنهنجي پتا کي مليو، تڏهين هن چمڙيءَ سان تنهنجي وڻن جو ڍڪڻ ڇو بند ڪيو، ۽ ڇو چمڙيءَ جي دائري تي لڏڪا جي مسافري لئي هليو ويو. انهي وچ ۾ اندر سوامي ڪنهن جوڳي ۽ سياڳي ڀُوت هٿ آڻڻ ڪاڻ پٽي پڇا ڳاڇا ڪئي. هنجي ڳولا ڦولا وچي سڪيارٿي تي. ڀُوت جي جسم پٽري چڪاسي ڏسڻ سان هنکي سڌ پيئي تہ اٺاويهن ورهين جي ڄمار ۾ جي هو مري ويو ڪا ن ٻچي ويو تہ هو اسي ورهين جي آيو پوڳيندو. هن ڄاڇيو هو تہ ڪرهہ اهڙا اڃي پيا اٿس جو انهيءَ عمر لاءِ ڀڄڻ ڪان اڳي، ۽ وڻن تئي ڪان پوءِ، پنجن ورهن جي اندر، هنکي وڻن واري سيڃا لئي مرڻ جو ڀَپ هو. پر ڪرهڻ مان اٽڪرو پرسڌ ڏنو تي تہ جي هو پنجن ورهن ڪان ڇڙهيو تہ پوءِ هو وڏي عمر ماڻيندو.

”انهي ڪري اهو ٺهراءُ ٿيو تہ جڏهين ڀُوت ٽيويهن ورهن جو ٿئي تڏهين وڻن ڪجي. پر اهو ڀَپ هو تہ هيترا ورهہ لون جي اڻ پرٽيل وٺي رهندين تہ متان ڪو اجوڳو ويچار ڪري وهين، يا ڪُجهہ ڳُوهہ ۾ پرٽجي پئين. اهو سبب هو جنهنڪري لوڪي ڍپار ڻ ڪاڻ اهو قاتل ڪاڳر تنهنجي ڳهڻن واري صندوق

۽ وڌو ويو هو. اِها ته توکي اڳيئي سڌ آهي ته انهن پنجن
ورهن جي اندر تون پنهنجي ور کي نه ڏسين تنهن لاءِ
ڪئن بندوبست رکيو ويو هو، ۽ انهيءَ سبب ڪري
ويانهن سنسڪار جي وقت توهان کي هڪ ٻئي جي
منهن ڏسڻ جي روڪ ٿي هئي.“

”پر تو زن مهينن کان اڳي ڪن اوچتين ڳالهين ٿيڻ
ڪري انهن سڀني سياڻپ ۽ هوشياري جي رٿن پر رولو
پئجي ويو. جڏهين تو رن مهنن کان اڳي اسد سوامي
لڪ چپ پر هت آيو هو، تڏهين تنهنجي ڪنگالپڻي
جو ٻڌي هنکي ڏاڍو ڏک ٿيو هو. توکي سڌ ڪانه
پيئي پر هن توکي ڏسي ورتو هو. هو مون وٽ آيو هو
۽ توهانجي عجب طرح جي شادي ٿيڻ جو ورلاست
ڪري ٻڌايو هوائين. هن چيو ته جي اهڙي سڌ پوام ها
ته تنهنجا اهڙا برا حال ٿيڻا آهن، ته تنهنجي گذران لاءِ
اڳيئي ڪو جوڳو بلو ڪري ڇڏيان ها. تنهنجي سڪي
رکڻ جو ڪم مونکي سونپي ويو هو ۽ چئي ويو هو ته
جيڪو خرچ پکو ايندو سو منهنجي ذمي آهي. پيو هن
ڳالهه بابت تاڪيد ڪري ويو هوم. مونکي ٻڌاءِ ته
تنهنجو ور هن نگر جو رهواسي آهي ۽ چيائين ته اهڙو
اُپاءُ ڪجو جو جنهن ڪري هنجو توسان گڏجڻ ڪڏاچت
ٿئي سگهي. هو مونکي ٻڌائي ويو آهي ته تنهنجو پتي
ڪهڙو آهي. انهي وقت کان وٺي توکي سکي سنهنجي

رکڻ لاءِ مون املا کي پئسا پهچايا آهن. سچ پڇيو ته
تنهنجي پتا جو گهر مون خريد ڪيو هو ۽ توکي اسير
مون وڌاريو هو. هيرن جو هار به مون لوڌي موڪليو
هو. اهو هو تنهنجي سچائيءَ جي پرک، لهڻ خاطر".
اندراڻيءَ پڇيو ته "مهراج تڏهين هيءَ منڊي لوهاڻڪي
ڪٿان هٿ آئي؟ توهين منهنجا ڏٺي ۽ پتي آهيو،
اهڙو ڏيکارو ڪري، توهان مونکي تڏهين لڪي ۽
ڦڪو ڇو ڏني ڪيو ۽ منهنجي دل ڇو ڏني ڏکويو؟ ۽
مونتي اهڙو ويساهه ڇو ڏني ڄمايو ته آءٌ چنڊرپان جي جاءِ
۾ ويٺي هئس ۽ هن مونتي ڏورو ڪيو هو؟"

راجا وراڻي ڏني ته جڏهن ڏيهن اهڊ سوامي مون
کي مٿين ريت آگيا ڪئي، تڏهن ڏيهن کان وٺي مون
ماڻهون مقرر ڪري ڇڏيا ها ته توکي جاچيندا رهن. هار
جي آڻ ڪرڻ سان توکي لالچائڻ لاءِ جو مون املا کي
سمجهايو هو سو به انهي وقت. اڄ جڏهن لوهاڻجو پنڊت
ورهن جو مدو اچي پورو ٿيو، تڏهين مون تنهنجي پتيءَ
کي سڏايو ۽ ٻڌايو مانس، ته مونکي لوهاڻجي جيوت جي
ساري احوال جي سڌ آهي، ۽ اهو به ڇيو مانس. تنهن اڄ
سندس استريءَ جي ٻانهن کيس سوکڻي ڏني. هن ڇيو
ته "سائين جن جو حڪم منهنجي اکين تي آهي، پر
مونکي هنجي ڏسڻ جي پتيءَ چاهه ڪانهي. چڱو ائين
آهي ته اسين ٻاڻير نه گڏجون". مون کيس ورندي ڏني

ته ”مونکي آڳيا اهڙيءَ ريت مليل آهي“. تڏهن ٻي هن نيٺ مڃيو ته جڏهن سائين جن جي آڳيا آهي؛ ته اوهان کي اُلڪهن ڪري نٿو سگهان. پر ايترو هن چيو ته هيترا ورهيه جي نبريا آهن تنهن جي ڇال ڇلگت ڪٿن هئي، ۽ هوءَ سڪو سپنتي ماڻهوءَ جي گهر ۾ رهڻ جوڳي ڪٿن آهي، تنهنجي مڙيائي سائين کي سڌ هوندي، اها مونکي پڪ آهي ته سائين جهڙو اوچ پد وي ۽ ناءاچار وارو ماڻهو ائين ڪين چاهيندو ته آءٌ اهڙيءَ استري سان وڃي رهان جنهنجي لوڪن ۾ نندا اُٿي هجي. انهيءَ جي ورندي ۾ مون چيس ته پنهنجي منڊي مون وٽ ڇڏي وڃ ته انهيءَ دوارا آءٌ تنهنجي پريکيا لهان ته تون ويانهن واري وچن تي سچي آهين ڪين نه. هن چيو ته آءٌ جيڪر هي منڊي ڪنهين به سبب ڪري ساري جهان ۾ ڪنهين ٻئي کي نه ڏيان ها، پر توهان ۾ شڪ شبهو آڻڻ مورڪائي آهي، توهان ۾ پورو ڀروسو اٿم تڏهين تو منڊي هٿان ڇڏيان ۽ توهانکي سونپيان.

اِها ڳالهه ٻڌائي راجا اندرانيءَ کي چيو ته ”هٽ آءٌ ائين چوڻ کان نٿو رهي سگهان ته توکان جا پريکيا ورتي ويئي آهي تنهنمان تون وڌي جس سان پار لنگهي آهين.“

اندرانيءَ چيو ”مهاراج، آءٌ ته اڃان ڪانئين سمجهي نٿي سگهان ته اها ڪهڙيءَ ٻر جي پريکيا هئي جا سائين جن هن داسي کان ورتي آهي؟“

هن جنهن مهل اهين چيو تنهن مهل محلات جي اوچن ديوانخانن مان شادماني جي راڳ جو آواز اچڻ لڳو. راجا چيو "يار هن ٻجا لڳا آهن. تون ٻريکيا مان ڪڏهن ٻار پيٽي آهين سا ڳالهه آءٌ توکي پوءِ ڏسيندس. هاڻي تنهنجو سوامي آيو آهي تون هنجو منهن ڏسين تنهنلاءِ هي شڀ مهورت آهي."

راجا جي مک مان اڃا اهي لفظ نڪتا ته اندرانيءَ جي پنيان جو در هو سو کلي پيو ۽ هڪڙو ٻڍڙو سهڻو مڙس مانن مانن ڪري اندر گهڙي آيو.

راجا چيو "اندراني، آءٌ ته هاڻي آءٌ توکي تنهنجي پتيءَ سان ملايان!"

اندرانيءَ مٿي نهاريو، هنجي مٿي کي ڦيراٽي اچي ويئي ۽ خبر ڪانه ٿي پيس ته جاڳانٿي يا سپنو ٿي لهان ڇو ته اندر جو ماڻهو گهڙي آيو سو هئو چندريان!

هو سياڻو جوڙو اهڙو وسمٽي ۾ ٽٻي ويو جو هڪڙي هند سڪ ٿي ٻيهي ويو، نه چري سگهي نه ڳالهائي سگهي؛ آنند جو ملين سو وسهڻ ۾ ئي نه پيو اچين.

راجا چيو ته هي ٻريتم، اندراني تنهنجي ٻريم ۾ مان جوڳ آهي، تنهنڪري جوڳي ٻيار ۽ چاهه سان گهر وٺي وڃيندس. اڄ ڏينهن سوڌو هنجو ٻريم توسان اهڙو گهرو ۽ اَچل آهي جهڙو هميشه رهيو اٿس. مون رات ڏينهن هنجي خبرداري سان جاچنا پئي ڪئي آهي، ۽ مونکي

پڪ جمي ويٺي آهي تہ هنجي سموري دل تنهنجي آهي.
توهانجي چوڻ تي مون هنجي سخت پرکيا لڌي جنهنجو
پتيءَ ضرور ڪونہ هو. آءٌ ايتري ٿاءِ ٻہ وڃي چڪس
جو چيو مانس تہ توُن منهنجي استري آهين، پر اهڙو ڪو
سنيهہ هنجو توسان هو، جو راجائي سکہ ۾ مان ڏسي ٻہ هنجي
دل هڪ تر نہ لڌي. مون اهڙو اشارو ڏنس تہ جيئنو ٽيڪ
سندس وياٺهن مون سان ٿيو آهي تہ اڃا سوڌو مونکي
شڪ آهي تہ هنجي دل توسان ٻڌل آهي. سشيل استري
اهڙو ڏوهہ جي ٿپي وڃي ها ۽ ٻي ڏوهي هجڻ ٻابت
ڪي چوي ها ۽ منهنجي استري ٿيڻ ۾ راضپو ڏيکاري
ها، تہ آءٌ ڄاڻان ها تہ هن توسان ساري ڄمار جو سنيهہ
وساري ڇڏيو آهي. پر اوهين ڇا ٿا ڀانيو، تہ اهڙي ٻچان
ڏيارڻ جهڙي ڏوهہ جي هن ڪومل سياءَ واريءَ استريءَ
کهڙي وراٽي ڏني؟ ڇياءِ تہ آءٌ ڇڙي بدڪار آهيان ۽
سائين جن جي استري ٿيڻ جوڳـ نہ آهيان.

"انڊراڻي، تو جهڙي سشيل استريءَ اهڙي ٻڇڙي
ڪوڙي ڏوهہ جو مڙهجڻ ٻاڻ تي کهڙي پريوجن ڪري
ڪٽي قبوليو، سو سمجهي مونکي جهڙي خوشي ٿي تهڙو
تنهنجو مان مٿي ٿيو. جنهن سان دل جو سنيهہ نہ هو تنهن
سان جوڙ ميڙ ڪرڻ جي ٻدران اهڙو بدناميءَ جهڙو ڏوهہ
سر تي سهي ويٺين. منهنجا ٻار، آءٌ دليون جانيون توکي
۽ تنهنجي پتيءَ کي آسيس ٿو ڪريان تہ شال سداءِ سکي هجو!"

پر اندرائيءَ کي اڇا ٻہ پوري پوري دلجاء ڪين ٿي. هن چيو ”مهاراج! باقي ڳالهہ جو سنسو اٿم سو بہ دُيا پالي لاهيوم. جي چمدرپان لنڪا ۾ هو تہ پوءِ وري ويانهن مهل ڪاشيءَ ۾ ڪئن آيو؟ ۽ جي هو ان وقت انهي پوتر استان ڏي اچي سگهيو هو تہ اسين سڀ انهي ڳالهہ کان بي خبر ڪئن رهياسون؟“

راجا چيو ”هان بس، ڳالهہ بہ ايتري؟ انهيءَ جي سمجهاڻي سٿري آهي، اندر سوامي ۽ چمدرپان جي پيءُ اهڙو بندوبست ڪيو، جنهنڪري هو سڌو لنڪا کان ويو ڪاشيءَ. ويانهن سنسڪار پوري تيڻ شرط وري موٽي ويو لنڪا ڏي. وات ۾ گهر ڏي پنهنجي لاڙيوٽي ڪين. انهيءَ ريت هنجي اچڻ وڃڻ جي منهنجي نملڪ نگر جي لوڪن کي ڪائي ڪل نہ رهي.“

الي چمدرپان نيڙت سان نمسڪار ڪري چيو ”مهاراج! جڏهن توهان اڄ منهنجي دل جي پاونا پوري ڪئي آهي، تڏهن شال ديا ءِ پرميشور توهانجي دل جي سڀ اڇا پوري ڪري! سائين جن جي سڄي راج ۾ راج اوهانجي نماڻي داس چمدرپان جهڙو پيو ڪو ماڻهو سکي ڪون ليندو!“

# راڌا راڻي

هڪڙي هئي ننڍڙي نينگر جنهنجو نالو هو راڌا راڻي. مهيش جي ڳوٺ ۾ هئي جڳنناٿ جي رٿ ياترا. راڌا راڻيءَ کي چاهه ٿيو ته جاترا ڏسان سا ويئي انهي ڳوٺ ڏي. انهي وقت هنجي ڄمار ٻارهن ورهن جي مس هئي. هڪڙو وقت هو جڏهن هنجا مائٽ ڏاڍا آسودا ۽ هوندوارا ها ۽ هنجو ڪٽنب انهي ڀاسي ڏاڍو ناميارو هو. پر جڏهين هنجو پيءُ مري ويو تڏهين هن جي سڄڻ مان هڪڙي ويجهي مائٽ ماڻس تي ملڪيت جي دعوى ڪئي. انهي ڪٽنب جي جيڪا به ملڪيت هئي تنهن سموري تي دعوى ٿي. راڌا راڻي جي ماءُ ڪلڪته جي هاءِ ڪورٽ ۾ دعوى هارائي. اڃا ٻيو ٿيو ته زردئي مدعي ڊڪري جي تعميل ڪرائي. راڌا راڻي ۽ وڃاري ماڻس کي پنهنجن وڏن جو گهر ڇڏڻو پيو. زمينون گهر ٺڙ جي ڏهين لکين کن جي ملڪيت ها، سي سڀ مدعي جي هٿ اچي ويا. باقي جيڪا روڪڙ هئي سا سموري دعوى جي خرچن ۾ پوري ٿي ويئي. راڌا راڻيءَ جي ماءُ پنهنجا ڳهه ڳنا ۽ ٻيو

سامان سڙو وڪڻي لنڊن ۾ ٻروي ڪائونسل جي اڳيان
اپيل ڪئي. تنهنڪري هنن ويچارين ابلائن جي گذران
ڪرڻ ڪي به ڪين ڇڏيو. وڏوا ويچاري ٽولاڪا
ڪائيمدي نيٺ ڪٽنب جي زميمنداري ۾ هڪڙي
ننڍڙي جهوپڙي ۾ وڃي ٽڪو لڳايو ۽ هٿن جو پورهيو
ڪري پيٽ پالنا ڪرڻ لڳي؛ پر پنهنجي نياڻيءَ جي
ويانهن ڪاڻ ڏاج ڏيوڻ ڪجهه به ڪري نه سگهي.
پيلا هئي "نه ٻاسي ٻڙي نه ڪتا ڪائي"؛ پيٽ ڪان
اوپلو ٿئي ته ڏاج ڏيوڻ ڪي رکي. هو اڳئي پيٽ پالڻ
۾ حيران هيون، ته ماءُ ناچڳي ٿي ڪري پيئي ۽ پيٽ
قوت ڪاڻ ڪمائي ڪرڻ ڪان رهجي ويئي. ماءُ ڌيءُ
ٻئي ٻڪ ۾ پاه ٽيڻ جي ڏپ ۾ هيون. ناچڳائيءَ جي
ڪري ماءُ ڪي ته ڪاڏو ڪين ٿي وڻيو، پر ڌيءُ به
لنگهڻ پئي ڪڍيو. چاڪاڻ جو ڪاڏي لاءِ ڪي هوئي
ڪين. رٿ جاترا جي ڏينهن ماڻس جي اڳهائي وڏي
وڃي ڇيهه ڪيو ۽ دوا درمل ۽ ڪاڏي پيتي جي سنڀال
جي ڳهرج هئي؛ هوءَ ويچاري ٻارڙي ڇا ڪري؟
ڪٿان آڻي دوا ۽ ڪٿان آڻي ڪاڏو پيتو؟

راڌا راڻي ويئي سا ڳوڙها ڳاڙيندي ڪي جهنگلي
گل چوندي آئي ۽ انهن جا ويئي هار پوتائين. پانياڻين
ته رٿ جاترا جي ميلي ۾ وڪڻي جيڪي انهن مان
ٻچار پئسا ٿين، تن سان گهربيل وستون وٺي ناچڳي

ماءُ لاءِ ڪٺي وڃان. پر رت جا ڦڙا جو اڄ ڪم نه آيا
مس اڪليو هو ته مٿان اچي پيو مينهن ۽ ٽنهڪري
ماڻهو ٽڙي پکڙي ويا هليا ۽ ڪنهين به هن ويچاري
نينگريءَ جو هار ڪونه ڳنڍيو. راڌا راڻي آلي ترسي پيئي.
مينهن ۾ پسي ته ساڳو ڪونهي. هن پانيون ته واچ ڀري
ٿيندي ۽ ميلي وارا ماڻهو موٽي ايندا، پر مينهن ڇڏي
ته اڄ نه وسان ته ڪڏهن وسان. ميلي وارن مان ڪوبه
ڪونه موٽيو. سنجها ويل ٿي ۽ مٿان رات پئجي ويئي.
رات وري ڪهڙي؟ هڪڙو مينهن واچ پئو وري اونداهه.
هوءَ ويچاري روئندي گهر موٽي.

هڪڙي رات اهڙي انڌاري جو هٿ هٿ کي نه
ڏسي، پيو وري ڏڳ ۾ گپ ۽ ترڪڻ، ٽنهڪري
ويچاريءَ ٻارڙيءَ کي اونداهه ۾ ڏاڍا ڪانٽا پيا. وري سانوڻ
جو مينهن اهڙي اوري اچي ٿيون جنهن هن جا ڄڻ
مٿيون مڃهائي ڇڏيون ۽ ويتر جا هڪڙي اها ڳڻتي هئي
ته ماڙي ڪاٺ کي نه ڪين ڇڙيو، انهن هيڪاري
ساهه سڪائي وڌس. هڪڙو انهن مان ڳوڙها بس نه ڪندس،
پيو واچ مينهن پيا سٽين، ٽيون وري رات اونداهي ۽
ٽنهڪري هوءَ سڄي رات ڏڪا ۽ ڏاڍا کائيندي پئي
ويئي. سندس ڇڙٻل وار واءُ ٻي اُڌامي سندس اکين
منهن تي اچي ٿي پيا ۽ پر انهيءَ حالت ۾ به هار جي ڪي
پوٺا هوائين سي ڇاتيءَ سان لائي سوگها جهلي پئي

ويٺي. هوءَ هنيون ڏاڍو ڪري ٻاڻ سنڀاليندي
روئندي پئي ويٺي ته هڪڙو ماڻهو اُتاهون لانگهائو
اچي ٿيو ۽ اوندهه جي ڪري هن ٻارڙي سان اچي
لڳو. راڏا راڻي هيترو ڪشت ڀوڳيو ته به اندر ۾ سور
پئي پيتائين، اهين چئو ڪڏهين ڪين روئائين جو ٻين
جي ڪن تائين پهچي. پر هينئر اچانڪ جو ڌڪو ٿيو،
تنهنڪري هوءَ دل جهلي نه سگهي ۽ اچي رئڻ
۾ چڙهي.

واٽ ويندڙ ٻاجهاري ٻوليءَ سان پڇيو ته هي جو
اوندهه ۾ ڪو ڪو ننڍڙو ماڻهو روئي ٿو سو ڪير آهي؟
جيتوڻيڪ اهو ٿلهو ٻڙساٽو آواز هو پر هنيءَ ڪهل جا
چنهه اهڙا چٽا هئا جو ٻڌڻ سان هن جو رئڻ ۽ ڳوڙها
ڳاڙڻ بس ٿي ويا. اهو ڳالهائڻ ڪنهن اوپري ماڻهوءَ
جو هو پر هن نيمگر پاڻمرادو پروڙي ورتو ته آهي ڪو
ٻاجهارو ۽ دياوان ماڻهو. هن رئڻ بس ڪري چيو ته
"اسين تمام غريب آهيون. امڙ ۽ آءٌ ٻه ڄڻيون آهيون؛
ٻيو اسانجو ڪوبه ڪونهي."

هن ماڻهوءَ پڇيو ته ننڍڙي نينگر، تون هن مهل
ڪاڏي ٿي کهندي وتين؟

آءٌ ويٺي هيس رت جالرا ڏسڻ، هاڻي گهر ڏي
موٽي آهيان پر مينهن واچ اچي ورايو اٿم تنهنڪري
واٽ ۾ منجهي پئي آهيان.

ڀلا ٻڌائيندم ته تنهنجو گهر ڪٿي آهي.

راڌا راڻي ورائي ڏني ته اسين سري رامپور ۾ رهندا آهيون. هن ماڻهوءَ چيو اها چڱي ڳالهه تي ۽ آءٌ پاڻ سري رامپور تو وڃان ۽ تون مونسان گڏجي هل هلندي ته هل ۽ مونکي ٻڌاءِ ته ڳوٺ جي ڪهڙي پاسي رهندا آهيو ته آءٌ توکي سنڀالي گهر هلي پهچايان. مار! ڏس ته ڪهڙي نه لرڪڻ آهي! پنهنجو هٿ ڏيم ته ٻئي گڏيا هلون.

انهي ريت ٻئي گڏيا هليا ٿي ويا. اوندهه ۾ راڌا راڻيءَ جو سنگتي ڏسي ڪين سگهيو ته نينگر ڪهڙي وهيءَ جي آهي پر هنجي ڳالهائڻ ۽ آواز مان هن سهي ڪيو ته هوءَ تمام ننڍڙي آهي. وجهه وٺي پڇيائينس ته ڪڪي تون گهڻن ورهين جي آهين؟

آءٌ ڏهن يارهن ورهن جي آهيان.

تنهنجو نالو ڇا آهي؟

منهنجو نالو آهي راڌا

منهنجي پياري راڌا راڻي، ڀلائي ڪري ٻڌائيندم ته سهي ته ڌارئي ڳوٺ ۾ رت جالرا ڏسڻ ڪاڻ تو جيڏڙي ننڍڙي نينگر کي ڪاهي وڃڻ جي ڪهڙي گهرج اچي پيئي هئي. آءٌ نٿو ڀانيان ته انهي ۾ ڪو تنهنجي سياڻپ ليکيندو. ائين ڏيري ڏيري پڇن پڇن ڪري ٻاجهاريءَ ريت ۽ خوش طبعيءَ سان ويس سوال

پڇندو ۽ هارن جي ڳالهه ويس ڪو لائيندو. هن جي جواب مان ماڻس ڪاڻ ٻڌسن ڪمائڻ ۾ جا نراسائي ٿي هيس سا ٻه ڳالهه کلي پيئي. هن کي سڌ پئجي ويئي ته هوءَ جا مهيش جي ڳوٺ ويئي هئي سا سڄي ٻچ رٿ جاترا ڏسڻ ڪاڻ ڪين ويئي هئي؛ پر پنهنجي ناچنگيءَ ماءُ ڪاڻ گهر ٻليون وستو ڳنهڻ لاءِ پنهنجا سادڙا هارڙا وڪڻڻ ويئي هئي. پر هار ڪين وڪاڻس ۽ هاڻي هوءَ اُهي هار چاليءَ ۾ لڪائي ڪمبون پئي هلي.

هن چيو واه، هي ڏاڍي اچرج جهڙي ڳالهه آهي؛ مون پئي نهاريو ته اهڙو ڪو هار مليم ته پنهنجي گره ديوتا تي نيئي چاڙهيان. ميلو اهڙو اچانڪ ٻس تي ويو جو هار ڳنهڻ جو وجهه ئي ڪونه مليم. تون مونکي پنهنجن هارن مان هڪ وڪڻ ڏينديئن؟

اُهو ٻڌي رادا راڻي ڏاڍي پرسن ٿي. پر هن سوچيو ته جڏهن ماڻهوءَ مونتي هيتري ٻاجهه ۽ ٻلائي ڪئي آهي، تڏهن ڪان هار جو ملهه وٺڻ نهندو ته ڪين. وري دل ۾ هو ويچار آيس ته جي ملهه نه وٺندو ته منهنجي ويچاري ماءُ ٻکه پيئي سهندي. انهن ويچارن جي مونجهاري ۾ هڪڙو هار ڪڍي هن پنهنجي سنگتيءَ کي ڪٽي ڏنو.

هن چيو "هن هار جو ملهه چار ڏوڪڙ آهي. اجهو وٺ هي ڏوڪڙ". ائين چوندي هن کي هٿ ۾ پئسا ڪٽي ڏناءِ.

راڌا راڻي چيو "هي پئسا ته نه آهن؛ پئسا ايڏا وڏا ته نه ٿيندا آهن. هي ته تمام وڏا آهن".

"ڀالي ڀولي نينگر! ڏسين ڪين ٿي ته مون توکي رڳو ٻه ڏنا آهن؟ هو ٻ بل (ٻتا) پئسا آهن".

پر اونداهي آهي تب هو ڏايو تا چلڪن سو ڇو؟ توهان کي پڪ آهي ته توهان پلڄي رپيا ته نه ڏنا آهن؟

ڇا جا رپيا؟ نوان آهن تڏهن ٿا چلڪن.

راڌا راڻي چيو "سڪ، جڏهن گهر پهچنداسون تڏهين آءٌ ڏيو ٻاري ڏسنديس، جي توهان پل ٻه رپيا ڏنا هوندا تـه موٽائي ڏينديسانو. جيسين آءٌ ڏيـو ٻاريان، تيسين توهانکي اُلي ترسڻو پوندو."

ائين ڪندي جنهن جهوپڙيءَ ۾ راڌا راڻي جي ماءُ رهندي هئي تنهن وٽ اچي پهتا. نينگر هـن ڌاري ماڻهوءَ کي چيو "پلائي ڪري اوهين اندر اچوءَ تيسين اندر ترسو جيسين آءٌ ڏيو ٻاريان؛ ڏسان ته اُهي رپيا آهن ڪين نه."

هنجي سگتي چيو ته "آءٌ ٻاهر ئي ترسان. تون اندر وڃ؛ ٻهرياءِ اهي آلا ڪپڙا لاهي وڃي ٻيا ڪر؛ پوءِ ڏني ٻارڻ جي ڪر."

راڌا راڻي ورندي ڏني ته "ٻيا ڪپڙا آڻيان ڪٿان جي ڪريان؟ ٻـي جيڪا ساڙهي اٿم سا ڌوٻيءَ وٽ

آهي. آءٌ آلا ڪپڙا ڪري وهڻ تي هريل آهيان، انهي
مان مونکي جوکو ڪونه ٿو رسي. انهي دم ٻپوڙي
پاڻي ڪيڏي ٿي واڪو ڪريان. هاڻي پلاڻي ڪري
ٿورو ترسو ته آءٌ ڏيو ٻاريان."

گهر ۾ تيل هوئي ڪونه، تنهنڪري نينگر ڇا ڪيو
جو چڻ مان ڪکن مٿ ڀڃي ڪڍيائين ۽ چقمق هڻي
انهن ڪکن کي ٻاريائين، انهيءَ ۾ ڪجهه وقت لڳي
ويو. سوجهري ٿي ڏٺائين ته سندس هٿ ۾ برابر ٻه رپيا
ها. راڌا راڻي کي اهو ڪکن جو مٺو ٻريل هٿ ميڻي
هو ته هوءَ ٻاهر ڊوڙي نڪتي. هيڏي هوڏي نهاريائين
پر هو ماڻهو ڪٿي هليو ويو هو.

راڌا راڻي نراس ٿي ۽ ڏاڍي هو ڪر ٿي پيس. هن
سڄي ڳالهه ماءُ کي وڃي ٻڌائي ۽ سندس منهن ڏي
نهاري چوڻ لڳي ته "هاڻي ڇا ڪريان؟"

ماڻس وراڻي ڏني "ٻار، هاڻي ڇا ڪبو؟ آءٌ نٿي
ڀانيان ته هن پيسا پل مان ڏنا آهن. شڪ نه آهي ته
هو ڪو وڏي دل وارو ڏاتار ماڻس ٿو ڏسجي. هن
تنهنجي ڳالهه ٻڌي آهي ۽ اسان لئي ڪهل ڪئي
آهيس. ڏس، نه ته ڪير ٿو ڪنهن کي پڇي. اسين اڄ
تائين ته وڃي پنڻ وهيٺا آهيون. اسانکي ڪوڙي لڄ
ڦٽي ڪري هنجو اهو ڏاڻ وٺڻ گهرجي."

ماءُ ڏس اڇا اهي ڳالهيون ڀڃي ڪيون ته ڪنهن

اچي اوچتو در ڪڙڪايو، جنهن ڪري هو هيڪاري
مونجهاري ۾ پئجي ويئون. راڏا راڻيءَ ڀانيون ته سندس
سنگتي جيڪس پئسن موٽائي ونڻ ڪاڻ وري آيو
آهي سا ڊوڙي ويئي در لاهڻ. پر اتين هو ٿي ڪين.
هوءَ ڇا ڏسي ته ڳوٺ جو بزاز در تي بيٺو آهي؛ هنکي
ڏسي ويتر هراس ٿيس.

هن جي جهوپڙي بازار کان گهڻو پري ڪين هئي.
بازار ۾ جي هٽ ها تن مان سڀني کان ويجهو هو پدم
لوچن بزاز جو هٽ. هنڌر در تي جو بيٺو هو سو پدمن
جي سر اهو بزاز هو جنهن کي سنيين ٽئين اڇيلن ساڻتي
پور جي ساڙهين جو جوڙو هٽ ۾ هو. نينگر اڇا ٻاهر
منهن ڪڍيو ته هن اهو ساڙهين جو جوڙو ڪڍي هٽ ۾
ڏٺس،

بزاز چيو: ته هي راڏا راڻي ڪاڻ آهن.

راڏا راڻي چيو ته توهين ڀلا هوندؤ منهنجي ڪاڻ
ڀلا هي ڪئن هوندا! هن ويچاريءَ کي پدم لوچن جو
اچڻ دل ڪري وڻيو ڪي نه وڻيو پر هن جو اهو سوال
ڪيو تنهنڪري هو وسو ٿي ويو.

هن وراڻي ڏني ته مونکي ٻي ته سڌ ڪانهي پر
هڪڙو بابو مونکي انهن ساڙهين جو مله ڏيئي ڇڏي
ويو ته توکي پهچائي ڏجن.

راڏا راڻيءَ واڪو ڪري چيو "هي اهو آهي،

مونکي پڪ آهي ته هي اهو آهي. هن اهو ڪپڙو
ڳنڍو ۽ مون ڏي موڪليو آهي. پدم لوچن!
تون ٻڌائيندم."

هي ڪتب جڏهين هوند وارو ۽ سکيو سمجهيو
هو تڏهانڪر هي پلو ماڻس ڪاٻڙي هڻن کي چاڻندو
سڃاڻندو هو. وڏن ڏينهن تي جڏهين هند ۽ مٺن
ماڻهن ۽ نوڪرن چاڪرن کي ڪپڙا سوکڙي ڪري
ڏيندا آهن تڏهين هي ڪٿين پيرا هنن وٽ
ڪپڙو ڪٽي آيو هوندو ۽ ڇڱين روپئين جو ڪپڙو
انين روپئي بارهين آني ڏيئي ويو هوندن ته به چوندو
هو ته ساڪاڻتو مونکي هن سودي مان رڳا ٻه آنا
ٽا بچن.

راڌا راڻيءَ بزاز کي چيو ته "جنهن بابوءَ توکي هي
ساڙهيون اسان ڏي ڪٽي اچڻ لاءِ چيو هو تنهن کي
تون سڃاڻين؟"

پدم لوچن وراڻي ڏني ته، تون هنکي ڀاڻ ڪين
سڃاڻين ڇا؟ نيڪگو ورندي ڏني ته نه.

مون پانيون ته هو ڪو ڏوهاڻو ماڻت آهي. مان
هنکي ڪونه سڃاڻان. سڪ، ڪٿن به هجي. هن پلي
ماڻس پدم لوچن وري به ڇڱن رپئين جو ڪپڙو انين
روپئين چوڏهين آني (نفع سوڌو) وڪڻيو. وڌيڪ
ڇوڪ مان ڪي وڻڻو ڪينهي انين جاڻي ۽ پلائي جو

ڦل پٽيو سمجهي هو سپنيو ڪاپڙي پنهنجي هٿ ڏي موٽيو.

ايتري ۾ راڌا راڻي پاڻ ڊوڙي ويئي بازار ڏي؛ رپيا ٽنائي ماڻ ڪاٺ جيڪي ڪپندو هوس سو ڳڌاءِ. هوءَ گهر ليل وٺي آئي ۽ اچي ڏيو ٻاريائين ۽ ماڻس ڪاٺ جيڪو پٽ پيچ گهربو هو سو رڌائين. ماڻ وٽ ڪاڌو ڪٺي اچڻ ڪان اڳي ڀريائين هن ڪوني ٻهاري. جاءِ ٻهاريندي هڪڙو ڪاڳر ٽڪرو لڌائين. اهو ڪٺي ويئي ماڻ وٽ ۽ هن ڪان پڇيائين ته اما ڏس ته هي ڇا آهي؟

ماڻس ڪاڳر وٺي ۽ جاچي ڏٺو ۽ چيائين ته هي ته نوٽ آهي!

نوٽ آهي ته پاڻ جي تو ته هن در مان اندر ڦٽو ڪيو آهي.

هائو، هائو! اهو تنهنجي ڪاٺ ڇڏي ويو تو ڏسجي. اڄهو هن تي ڪي لکيو پيو آهي.

"راڌا راڻيءَ واسطي."

راڌا راڻي چيو هنجو ڀلو ٿئي! اسان سان ڪيتري ڀلائي ڪئي اٿس. امان، اڳي تو ڪڏهين اهڙو ٻاجهارو ماڻهو ڏٺو هئو؟

ماڻس وراڻي ڏني ته ڏس، هن نوٽ تي پنهنجو نالو لکي ڇڏيو اٿس؛ توکي سڌ آهي ته ائين ڇو ڪيو

اٿس؟ مٿان ماڻهو سمجهن ته هيُ چوريءَ جو نوٽ آهي ۽ نه مٽين. رکمڻي کمار راءِ. ٻئي ڏينهن ماءُ ڏي ٻيهي گهڻي پڇا ڳاڇا ڪئي ته، رکمڻي کمار ڪير آهي؟ پر سري رامپور ۽ پر وارن ڳوٺن ۾ اهڙي نالي وارو ماڻهو ڪنهن ٻڌو به ڪونه هو. هڪ نوٽ مٽايو ڪين، ۽ ائين سوگهو ڪري رکي ڇڏيائون. هيون به ڏاڍيون گهرجائو پر لالچي ڪين هيون.

راڌا راڻيءَ جي ماءُ کي جن وسنن جو ڪمپ هو سي ملي ويس سا ڳالهه چڱي تي، پر هنجي ناچڱائي ۽ هيڻائي وڌنديون ويون. ڪنهن وقت هوءَ ڏاڍي ڏنونت هتي ۽ هاڻي ته ويچاري ڏترجي ڪنگال تي ويئي هئي. هڪڙي ناچڱائي ٻي ڳڻتي تن جهوري رکيو هوس. بيماري ويس ڏيهان ڏينهن قابو پوندي ۽ نيٺ ائين پڌرو تيو ته هاڻي هنجي پڇاڙي اچي ويئي آهي.

اُنهن ڏينهن ۾ ولايت مان سماچار آيو ته لنڊن واري پروي ڪائونسل جي نياءَ آڌيشن سنڌس فائدي ۾ نبيرو ڪيو آهي. ڏسڻ ۾ آيو ته ڪيس ويل ملڪيت سيڻ موٽي ملندي ۽ دعوي جو سمورو خرچ تنهي ڪورٽن جو به ورڻي ملندس. هاءِ ڪورٽ ۾ مقدمي هلندي بابو ڪامکيه ناٿ سنڌس مکيه وڪيل هو، تنهن پنهن جي سر اچي اها خبر کيس ٻڌائي. اها خوشي جي خبر

ٻڌي هوءَ مرڻينگ اهڙي پرسن تي جو خوشيءَ وچان اکين ۾ ڳوڙها اچي ويس ۽ پاڻ جهلي پنهنجي وڪيل کي چياءِ:-

”دادا، جس هجيئي، تو وسامندڙ ڏئي ۾ تيل آڻي وڌو آهي. ارمان جو اها خوشخبري اڳيرو نه مليمَ ۽ آءٌ نه هاڻي موڪلائڻ ۾ آهيان جو منهنجا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن. ۽ وڏا ٿورا ٿيوءَ جا جو منهنجي مٺي ٻچاڻا منهنجي ڏيڙي ٻک کين مرندي. ائين چوڻ ۾ نه کپيم، ڏسان ڇا ٿئي؟ اُنجي کهڙي پڪ آهي؟ هوءَ ويچاري ٻارڙي معاملن مان ڇــا ڄاڻي؟ هنجا حــق ۽ ملڪيت ڪير سنڀاليندو؟ دادا، توتي منهنجو ڀروسو آهي، تون مون مرڻينگ کي هن انتڪال ويلي ڪو دلاسو ڏي، وچن ڏينم ته تون منهنجي ٻارڙيءَ جو پتا ٿي ٿيندين ۽ سنڀاليندڙ ٿي ٿيندين.“

ڪــا مکيه نــاٿ ٻابو نــه رڳــو تمام ڏاڍو ديــاوان هو، پر تمام ڏاڍو سچار ۽ پروسي جهڙو ماڻهو هو ۽ راڏا راڻي جي پيءُ جو جهونو سنگتي ۽ پريتوان هو. جڏهن هنن جي ڪنٽب تي آپدا آئي هئي، تڏهين هن راڏا راڻي جي ماءُ کي گهڻيون منٿون ڪيون هيون ته جيسين اپيل جي صفائي ٿئي تيسين توهين هلي اسانجي گهر رهو. هن ڌرم جي ماءُ ڪري ٿــي هن کي نڪايو ۽ توڙي ڪنگال ٿي ويئي هئي تب ماني کي ڪل جو

گرب کين ويو هو، سا چئي تہ ”مرسان مرسان تہ
ڀي نہ ڇرسان“: پنهنجي وڪيل جو تورو ڇو ڪٽان؟
نيت هن ويچاري بابوءَ سندن گذران ڪاڻ مهنو ناهي
ڏيڻ جي آڇ بہ ڪئي؛ پر مائي اها ڳالهہ بہ نہ مڃي؛
چياءِ تہ هاڻي تہ اسانجي خير جي پلڪ پئي تي لنگهي؛
پوءِ جي اهڙي ڪا ڳهرج پئي تہ توهان کان وٺنداسون.
هن ڪنهنجي اڳيان هٿ نہ ٽنگيو هو، ر ڪنهن ڪمار
جي سهائتا بہ هنن اڻ سرنديءَ قبولي هئي. پهرين بہ
اها هئي تہ پوئين بہ اها هئي؛ پئي ڪنهين ماڻهو جو
تورو هنن ڪڏهين نہ کنيو هو. هنن جي وڪيل کي
ننهنڪري ڪاٻہ سڌ ڪانہ هئي تہ هننجا ڪي اهڙا برا
حال ٿيا آهن. هنکي جڏهين ڪل پيئي تہ هنن جو
اهڙو حال ٿيو آهي جو بک جون ٻاٽون پيا ڪائين، تڏهين
هو ڏاڍو دکي ۽ وياڪل ٿيو. جڏهين هن مائيءَ تئين
سر هٿ جوڙي وينتي ڪيس تڏهين هنکي ڏاڍي
کهل آئي.

هن چيو ”منهنجي امڙ! تون هڏ زبان مان ڪين
سهين تہ آءٌ تنهنجي آڳيا پالڻ ڪاڻ حاضر ويٺو آهيان.
جئن تنهنجي اڇا هجي تئن ڪرڻ کان آءٌ ترنہ گسندس.“
مائي چيو ”هاڻي منهنجي چالاڻي جو سمو اچي ڀٽيو
آهي. آءٌ ڏيڙي پٺ تي چڙي تي وڃان. ڪورٽن
هاڻي منهنجي سهري جي سچي وصيت ثابت ڪئي

آهي جنهن ڪري راڌا راڻي هاڻي وڏي ملڪيت جي مالڪياڻي ٿي آهي. تون ڀلائي ڪري هنجي سنڀال ڪجانءِ، هنکي پنهنجي نياڻي ڪري ڀانئج. جيڪي هوند وارن ۽ ڀاڳين کي ٺڳيندا ۽ ٺڳيندا آهن انهن کان بچائجانس. انتقال سمي جي اها اٿئي منهن جي وينتي. مون کي، دادا، تون وچن ڏيندين ته آءٌ سکالين ساسين ويندس."

وڪيل وراڻي ڏنيس ته "مون کي سنهن آهي پرمالما جو، راڌا راڻي کي پنهنجي ڌيءُ کان به گهٽ ڀائيندس، اهو منهنجو لوسان وچن آهي ته انهيءَ نڍڙي نياڻي جي سنڀالڻ کي آءٌ پنهنجو ڌرم ڪري ٿو ڄاڻان ۽ مونکي پرتيت اچئي ته آءٌ انهيءَ جي پالڻ ۾ گهٽائيندس ڪين." هن مرڻيندڙ مائيءَ ڏانهنس نهاريو ۽ هنجي اکين ۾ پاڻي ڏسي پڪ ڄميس ته هو وچن اوس پاڙيندو. خوشيءَ مان هن ٿورو مرڪيو، جنهنڪري هنجا لب ۾ ڪاڻل ۽ سڪل چپ هڪ ڪڻ سرهائي ۾ ٻهڪيا. هن مرڪڻ مان هن آزمودگار وڪيل سهي ڪيو ته هوءَ ويچاري جيئڻ جو آسرو لاهي ويٺي آهي. ڪامڪيه بابو هاڻي وري هنکي منت ڪئي ته ڪجهه وقت اسانجي گهر ۾ هلي رهو. پوءِ جڏهين قانوني ڪارروائي ٿي چڪي ۽ لوهانکي پنهنجي ملڪيت وري هٿ اچي تڏهين ڀلي وڃي پنهنجي گهر ۾

رهڻو. اڳي اڻ هوند ۾ ڪل جي ايمان ڪري ڪنهن
جو ٿورو ڪڻڻ نٿي ڀاسيائين. جڏهين ڪنگال هئي تڏهين
هوند وارن ماڻهن جي ٿوري ڪڻڻ کان لڄ ٿي ٿيس
هاڻي جڏهين ڏٺائين ته سڪ جا ڏينهن وريا آهن ۽ ويل
ڌن دولت موٽي مليا آهن تڏهين اُهو همت ڇڏي
ڏنائين. هن پنهنجي جهوني ڏهڻ گهري جي آڇ گهڻي
ڀاو ۽ نوميءَ سان قبول ڪئي. وڪيل ڏاڍي جتن
۽ سنڀال سان هن ڏيل ۽ ناچڳي مائي ۽ ڏيڻس کي
پنهنجي گهر وٺي ويو. حڪيم طبيب هن گهرائي آندا،
پر وريو ڳالهه سان ڪجهه به نه. هوءَ وڌوا ملڪيت
موٽي ملڻ کان پوءِ سٽنٽئي پرلوڪ پڌاري. راڏا راڻيءَ
جي وڪيل جوڳو اپاءُ ڪري هنکي سنڌس ملڪيت
جو قبضو وٺي ڏنو. پر ڏٺائين ته هوءَ اڃا ننڍڙو ٻار آهي؛
تنهنڪري سنڌس اباڻي گهر وڃي رهڻ جي موڪل
نه ڏنائينس ۽ وري به پنهنجي گهر ۾ ٽڪائي ڇڏيائينس.
ضلع جي ڪليڪٽر جي مرضي هئي ته هنجي ملڪيت
هو پنهنجي سنڀال هيٺ رکي، پر ڪامڪيه بابوءَ جي
راءِ هئي ته سرڪاري عملدار کان سنڌس هٿان هن
نينگر جي ملڪيت جي چڱي سنڀال ٿيندي. هن
پنهنجي ڏاهپ ۽ چالاڪي سان ڪليڪٽر صاحب کي
انهيءَ ڳالهه تان لاٿو ۽ سرڪاري دست اندازي کان
سواءِ هن نياڻي جي ملڪيت سنڀالڻ جو ڪم هن

خوشيءَ سان پنهنجي مٿي تي کنيو. هنکي جيڪا ٽانگهه هئي سا هن ڳالهه جي هئي ته هن جي لاءِ ڪو يوگيه ور ڳولجي. پاڻ کي هن وڪيل جا خيال نئين زماني جا ها ۽ هو بال اوستا جي شادين جو ڪوڏيو نه هو. هن اهو ٻيه ويچار ڪيو ته هنجو ڪو پراڻن ۽ جهونن خيالن وارو مت مائٽ ڪونهي جو چوندو ته هرو ڀرو ننڍي وهيءَ ۾ هوءَ نه پرڻبي ته نيات مان نڪرندي. لنهنڪري هن نهراءُ ڪيو ته جيسين پاڻ راڻا راڻي ور ڪرڻ جو خيال نه ڏيکاريندي تيسين انهي ڳالهه کي ڪين ڇوڙبو. تيسين پلي هوءَ وديا لاڀ ڪري. اهي ڳالهيون سوچي هن پلي مانس هنجي ور ڳولڻ جو خيال حال لاهي ڦٽو ڪيو ۽ جيڪي وس پڄس سو هن کي وديا پاڙهڻ جي اُدم ڪرڻ ۾ هلايا ۽ چڱي ڪان چڱا سکيڪ ڳولي رکي ڏنائينس.

پنج وره نبري ويا آهن ۽ راڻا راڻي هاڻي ڏاڍي سندر جووتي سورهن ورهن جي استري ٿي آهي پر اندر زنان خاني ۾ پوري پيٺي آهي. ڪنهين پرش هن جو سوپياوان مکڙو نه ڏٺو آهي. پر هن سمي جي تمام سدريلن ماڻهن جي راءِ موجب ٻيه اهو وقت اچي ٿيو آهي جنهن ۾ هن سندرءِ جي مائٽيءَ جو بلو ٿيڻ جڳائي. هنجي سڀاليندڙ جو رايو هو ته نينگر جو منجهه لهجي ۽ هنجي دل جي ارادي معلوم ڪرڻ کان هن پنهنجي

ڌيءُ بسنت ڪماريءَ کي گهرايو. اُها بسنت ڪماري راڌا راڻيءَ جي ننڍي هوندي جي ساهيڙي ۽ سنگتياڻي هئي. اهي ٻئي ڇوڪريون هيون بہ هڪ جيڏيون ۽ پاڻ ۾ پريت ڏاڍي هين. ڪاڪيہ بابوءَ پنهنجي ڌيءُ کي ڇيو تہ پنهنجي سرلي ساهيڙيءَ جو مڃهہ لهي تہ انهي ڳالهہ بابت سندس ڪهڙو خيال آهي. پنهنجي ڌيءُ کي اهو بہ ٻڌاياءِ تہ مونکي انهي ڳالهہ جي گهڻي چنتا آهي تہ نينگر کي اُتاريان تہ وڃي شيهن ڪلهي لڳي لڏهين مون تان بار اڪو لهي. بسنت ڪماري حياءَ سان ڀر مرڪندي پنهنجي پيءُ کان پڇيو ”بابا وڪمي ڪمارراءِ نالي جو ڪو ماڻهو آهي؟“ ڪاڪيہ بابو وائڙو ٿي ويو ۽ چياءِ:-

”نہ، مونکي اهڙو ماڻهو ڪونہ ٿو سجهي ۽ تون انجو ڇاڪاڻ ٿي پڇين؟“

بسنت ڪماريءَ وراڻي ڏني تہ ”آءٌ هنجوانهي لاءِ ٿي پڇان جو راڌا راڻي انهيءَ ماڻهو بنا ٻئي ڪنهن سان نہ پرڻبي.“ هو پلو مانس اها ڳالهہ ٻڌي مونجهاري ۾ پئجي ويو. هن ڇيو تہ اهو تون ڇا ٿي چئين؟ راڌا راڻي جو اهڙي ماڻهوءَ سان ڏينهو ڪهڙيءَ ريت ٿيو جنهن کي آءٌ نہ ڄاڻان نہ سڃاڻان؟ بسنتيءَ ڪلي ڏنو. هن ڪيترا ڏي لڳا پنهنجي ساهيڙيءَ کان رت ڄاڻرا ٿي وڃڻ ۽ گهر مونڻ جي ڳالهہ ٻڌي هئي سا سموري پيرائتي

ٻيءُ کي ڪري ٻڌايائين. پُٽس هن ڏاڍي ماڻهوءَ جي
اُدارتا جي ڳالهه ٻڌي ٽپرس ۾ پيو. هن چيو "ڇوڪرا!
تون منهنجي ٻاران وڃي چئينس ته تون ڏاڍي ڀلي ٿي
ڪرين. هنکي چئو ته پرڻجڻ ٿوري لاهڻ جي ڳالهه
ڪانهي. آءٌ قبول ٿو ڪريان ته هنکي اهڙي ڏاڍار ۽
دياوان ڏاڍي مڙس جو ٿورو مڃڻ گهرجي، اها چڱي
۽ پوري ڳالهه آهي، ۽ جي وجهه ڏسي ته ڀلي ڪنهن
جوڳيءَ ريت سان هنجو ٿورو لاهي، پر هن سان پرڻجڻ
ٻي ڳالهه آهي. نه اسانکي هنجي ذات جي خبر، نه
چال چلگت ۽ عمر جي خبر، ۽ نه هنجي هوندي
سندي جي سڌ. شڪ نه آهي ته هو پرڻيل ۽ ٻارن
ٻچن وارو هجي. ڪهڙي سڌ پوي ته هو راڌاراڻي سان
پرڻجڻ لاءِ تيار آهي يا نه؟"

ٻسنتيءَ وراڻي ڏنيهن ته "اوهين چڱو ٿا چئو، پر
راڌا راڻي اياڻي نه آهي، هوءَ اهي سڀ ڳالهيون ڄاڻي
۽ سمجهي ٿي. انهيءَ رات کان وٺي هنجي مورت اکين
اڳيان بيٺي اٿس ۽ اها مورت ردي ۾ استاپن ڪري
ڇڏي اٿس، جئن ٻيا ماڻهو ڏيهاڙي پنهنجي اشٽ
ديوتا کي پوڄيندا آهن تئن راڌا راڻي ڏيهاڙي انهي
مورت کي پوڄيندي آهي. ٻنج ورهه هوءَ اسانجي
گهر ۾ رهي آهي تن ٻنجن ورهن ۾ اهڙو هڪڙو ڏينهن
ڪونه لنگهيو هوندو جنهن ۾ هن هنکي ياد نه ڪيو هوندو

۽ هن بابت مون سان ڳالهه ٻولهه نه ڪئي هونداءِ، جي ڪڏهين اوهين هنڪي ٻئي ڪنهن سان ڪٺي پر ڏانئيندؤ ته پڪ ڄاڻجو ته هن جو پتي ڪو سڪ ڪونه ماڻيندو.

”اڙي بابا ڙي، بابا ڙي!“ وڪيل چيو، ”جي هن نيڻگر جي اندر هنجي نيهن روپي روڳ گهر ڪري ويو آهي ته ان جو ڪو ڇهڙو علاج ٿيڻ گهرجي؛ پر ٻهريون علاج ته مونکي اهو ٿو سجهي ته انهيءَ لڪل رڪمڻي ڪمار کي ڳولي لهجي.“

انهيءَ ڪري هو پلو ماڻس لڳو انهي ڌارئي ڏاتار پرش جي ڳولڻ ۾. پاڻ پنهنجي سر به هن گهڻيئي پڇا ڳاڇا ڪئي ۽ پنهنجن سنگتين ساٿين ۽ پريتوانن کي به ڳولا ڦولا ڪرڻ لاءِ چياءِ ۽ ساري ملڪ ۾ جيڪي سندس اصيل ها تن ڏي اڻ ڳڻيا خط لکياءِ ۽ سيئي اخبارن ۾ به اها ڳالهه وجهي پڌري ڪياءِ. اخبارن ۾ هن ريت لکياءِ: ”بابو رڪمڻي ڪمارراءِ پلانئي ڪري هيٺ صحيح وجهندڙ سان گڏجي جو هن سان ڪنهن ڪم بابت ڳالهه ٻولهه ڪرڻي آهي. هو پڪ ڄاڻي ته انهي گڏجڻ ۾ سندس ئي پلو ٿيڻو آهي.“ پر انهن سيئي اپاون مان ورپو ڪي ڪين. ڏينهن ۽ مهنا ئي، پر ورهه نبري ويا ته به رڪمڻي ڪمارراءِ جو ڪو ڏس پتو ڪونه پيو. انهيءَ وقت وري راڌا راڻيءَ لئي ٻي آپدا اچي پئي؛ سندس ڏياوان سهاڳ ۽ متر جو هروقت

سندس سنڀال ڪندو ۽ پر گھور لھندو ھو سو چلي رھيو. ھنجي چالاڪي ڪري ھنکي ڏاڍي چوٽ لڳي ۽ گھڻي ڪان گھٽ دک ٿيس. چوري ته اڳئي ھئي ۽ پر سندس سنڀاليندڙ جي چالاڪي ڪري ھوءَ وري ٻهر چوري ٿي. ھنجي مرليوءَ جي ڪريا ڪرم پوري ٿيڻ پڄاڻا ھوءَ پنھنجي اباڻي گھر ۾ وڃي رھي ۽ پنھنجي ملڪيت جا ڪا مکيه بابوءَ جي پوري نظرداري ۽ سنڀال سان گھڻي وڌي ھئي تنھنجي پربنڌ جو بار پنھنجي مٿي لئي ڪنياءِ. پنھنجي ملڪيت پنھنجي سنڀال ھيٺ آڻڻ ڪان پوءِ سنتشي ھن ۾ لک روپيا سرڪار کي سونپيا انھي مطلب سان ته سندس جنم ڀومي ۾ ھڪڙو آشرم ۽ دوا خانو غريبن ۽ اناٿن لاءِ ٿئي ۽ ان تي نالو ڌرجي "رڪمڻي ڪمار پرساد." سرڪاري ڪامورن کي انھيءَ نالي جي رت تي البت اچرج لڳو پر انھي سندن کي آيو ويو ڪين ٿي ۽ اھا ڳالھ ھئي دان ڏيڻ واريءَ جي وس. آشرم جڙي راس ٿيو ۽ کليو. ڪنگالپٽي جي ڏينھن ۾ ماڻس پنھنجي جنم ڀومي ڇڏي ۽ پنھنجي زمينداري جي پراھين پاڳي ۾ سري رامپور جي ڳوٺ وٽ جھوپڙي اڏي اچي وٺي ھئي سو ڇو؟ انھي لاءِ ته جتي اڳي سکيا سنھنجا ڏينھن آب مان سان گھاريا ھواءِ اتي آپت ڪال ۾ رھڻ ڏکيو ٿي لڳس. سندس وڏن جو گھر انھيءَ ڳوٺ ۾ ھو جو راجپور جي نالي سان ٿو سڏجي

۽ اسانجي راڌا راڻي بابت اصل اُلي جي هئي. تنهنکري ڏکيا ڏينهن ڪاٽي ۽ وري سکن لهڻ جي يادگيريءَ ۾ شڪرگذاري ڏيکارڻ جي نيت سان هن اُهو آشرم راجپور ۾ پنهنجي ماناڻي گهر جي سامهون ٺهرايو ۽ ڪجهه سال اُهو آس پاس وارن ڳوٺن جي اناٿن ۽ اپاهجن سان سنڀالي پرجي ويو.

انهيءَ کان پوءِ ورهه ٻه ورهه لنگهيا ته هڪڙو سکر ماڻهو راڌا راڻيءَ جي اناٿ آشرم وٽ اچي نڪتو. هو ٣٥-٣٦ ورهين جي چمار جو ٽي ڏنو. سياءَ جو گهيير پر ديالو ڏسڻ ۾ ٽي آيو؛ ۽ سکيو سنهنجو ٽي پاتيو. رڪمڻي ڪمارپرساد جي در وٽ توري وبو بيٺو ۽ پوءِ نوڪرن کان پڇياءِ ته هي ڪنهنجي جاءِ آهي. نوڪرن چيس ته هي ڪنهنجي رهڻ جي جاءِ ڪانهي پر اناٿن ۽ بکين ڏکين جو آشرم آهي؛ جنهنجي نالي اهو آشرم ڪونبو هو سو ٻه ٻڌاياٿونس. تنهن تي هن سکر ماڻهوءَ پڇيو ته آشرم آءٌ ڏسي سگهانٿو نه؟ هنن ورندي ڏني ته جا جاءِ ڏکين بکين ۽ ڪنگالن جي ڪاڻ کليل تنهنم توهان جهڙن ماڻهن کي ڏسڻ کان پلا ڪير جهليندو؟

هن ڏارئي ماڻهوءَ آشرم چڱي پر جاچي ڏٺو ۽ پٺيءَ وٽ موٽي اچي چوڻ لڳو:-

”غريبن ۽ بيمارن جي آرام ڪاڻ جو پربند تيل آهي سو مون چڱي ريت جاچي ڏٺو آهي ۽ آءٌ ڏسي

ڏاڍو پرسن ٿيو آهيان. ڪهڙي ڏاتار پرش هي نهرايو آهي؟ هن جو ناو رڪمني ڪمار آهي ڪيئن؟ نوڪرن وراڻي ڏني نہ سائين ته هي آشرم اسانجي ديالڻي شريمتي راڌا راڻي داسيءَ جو نهرايل آهي.

هن ڏارئي ماڻهوءَ پڇيو تہ تڏهن هنکي رڪمني ڪمار پرساد ڪري ڇو ٿا سڏين.

نوڪرن چيو تہ اسانکي سڌ ڪانهي.

اهو رڪمني ڪمار آهي ڪير؟

اسانکي اهڙي ڳالهہ واري ماڻهوءَ جي سڌ ڪانهي.

توهانجي ڏاتار ديالڻي جنهن هي آشرم جوڙايو آهي تنهن جي رهڻ جي جاءِ ڪٿي آهي؟

نوڪرن ويجهو هڪڙي ٺاهوڪي سندر جاءِ ڏيکاريس.

ڏارئي ماڻهوءَ پڇيو تہ مونکي ٻڌائيندؤ تہ هوءَ ناري پرنيل آهي ڪين وڌوا آهي؟

هوءَ نڪي پرنيل آهي نڪي وڌوا آهي. هوءَ وڏگهراڻي آهي ۽ سندس مائٽ سڀ مري ويا آهن. هنکي پرڻائڻ وارو ڪوبہ ڪونهي.

"توهانجي ديالڻيءَ سان ڪو مڙس ماڻهو گڏجڻ چاهي تہ هوءَ انهيءَ کي اچڻ ڏيندي ڪين نہ؟ پلاڻي ڪري چڙجو نہ، هاڻي گهڻيون ئي هندو استريون انگريزن جي زالن وانگر ڪليو کلايو پيون اچن وڃن لڌهين مون توهان کان اهو سوال پڇيو."

”واهه سائين واهه! چڱو ٿو سوال پڇين. اسانجي ڏياڻي کي اهڙن وڏيسي چالن کان ايشور رکي ورتو آهي. هوءَ ڪٿنب جي پرينتوانن پرشن کي به پاڻ وٽ اچڻ ڪين ڏئي.“

ڏاريو ماڻهو اهو ٻڌي وڇار ۾ ٻڌجي راڌا راڻي جي گهر ڏانهن اٿي هليو ۽ هنجي در ۾ وڃي پهتو.

هن ٺٺين ماڻهوءَ کي ڪپڙا لٽا اهڙا هوا جهڙا ساڌارڻ بنگالي سگر ماڻهو پيڪيندا آهن. جي پوشاڪ ٺاهوڪي ۽ سٺي هيس ته انهر ڪا اهڙي وشيش ڳالهه ڪانه هئي سواءِ هنجي ته هٿ ۾ هڪڙي چلڪڻي هيري واري منڊي پيئي هيس. اهو هيرو اهڙو وڏو ۽ سندر هو جو ر ڳڻو دربانن جو به ڌيان انهر لڳي ويو جو ته هڏن اهڙو عمدو هيرو سچي ڄمار ۾ ڪونه ڏٺو هو. پر هو هئو اڪيلو ۽ ٻيو نوڪر چاڪر ساڻس ڪونه هو. هو پاڻ ۾ سس پس ڪرڻ لڳا ته هي ڏاريو ماڻهو ڪير آهي. هنن پانيو ته هو پاڻهي چوندو ته آءٌ ڪير آهيان پر هن کين پاڻ پڌري ڪرڻ جي گهرج ڏسڻ ۾ ڪانه آئي. هن گنڀيرتا سان دربانن کي چيو ته مونکي راڌا راڻي جي مکيه داروغي وٽ وٺي هلو. جڏهن انجي ساهون ٿيو تڏهن هنکي هڪڙو خط هٿ ۾ ڏيئي چياءِ ته پلائي ڪري هي خط پنهنجي ڏياڻيءَ کي وڃي ڏي ۽ مونکي هنجي ورندي آڻي ڏي.

داروغي وراڻي ڏنيس تہ ”سائين منهنجي ڌياڻي
ڪنواري آهي ۽ اميد وهي اٿس تنهنڪري هن اهو
نهراءُ ڪري ڇڏيو آهي تہ سندس نالي ڪنهن ناواقف
ڌارئي ماڻهوءَ ڪان ڪو ڪاغذ پتر اچي تہ ٻهرياءِ اسين
پڙهي پوءِ ڏانهس موڪليون.“

هن ڌيرج سان وراڻي ڏني تہ ڀلي پڙهو.

داروغي اهو هن ريت پڙهيو:

”منهنجي مٺي پياري ڀينڙي:

هن خط جو آڻيندڙ جيتوڻيڪ مڙس ماڻهو آهي تہ
بہ تون بيشڪ هن سان خلاصو گڏجج، ڪو ڊپ يا
شڪ ڪونہ ڪج ؛ تـوهان ٻنهي جي وچم جيڪا ڳالهہ
ٻولهہ ٿئي تنهنجي مونکي سڌ ڏجانءِ.“

تنهنجي جهوني ساهيڙي

شريمتي بسنت ڪماري.

هن ڪامڪيہ بابوءَ جي ڌيءُ جي صحيح هڪدم
سڃاتي تنهنڪري هنکي شڪ شبهو ڪونہ رهيو ؛
نکو هن عذر ٻهانو ڪيو. هڪدم اهو ڪاغذ اندر
زنانخاني ڏي ڏياري مڪائين.

انهي دم هڪڙي نوڪري آئي سا هن ڌارئي ماڻهوءَ
کي زنانخاني ڏي وٺي ويئي. هن سان ٻيو ڪوبہ مڙس
ماڻهو اندر ڪونہ ويو اهڙو سندس ڌياڻيءَ جو حڪم
داروغہ کي ٻڌاياءِ. نوڪرياڻي هن ماڻهوءَ کي وٺي وڃي

هڪ ڪوٺيءَ ۾ وهاريو جا ٺاهوڪي سامان سان سينگاريل
هئي. هي ڀريونئي گهمرو هو جو سندر راڌا راڻيءَ جي
خلاصي جاءِ ۾ مڙس ماڻهوءَ پير پاتو هو. هنڪي ڏسڻ
سان هڪڙي نوڪرياڻي ويٺي پنهنجي ڌياڻيءَ کي
ٻڌائڻ ۽ ٻـي اُتي ڪرسي بيٺي ۽ جيئن اڄڙين زالن جو
دستور ٿيندو آهي تيئن هنڪي ويهي ڇاڇياءِ. هنجي
چوڻ موجب هنجو مهانڊو پورو هو. اهڙو اڇو جهڙو
ماليڪا جو پورو ٽڙيل گل ٿيندو آهي. قد جو ڊگهو هو.
سندس ٻت جو گهاٽ سگهارو ۽ ڏاڍو هو. سندس نرار
اوچو هو ۽ مٿانس پڌور جهڙا ڪارا گهنڊيدار وار پئي پيا.
هنجون اکيون وڏيون ۽ ڪشاديون هيون ۽ ڀرون سندس
گهاٽا ۽ ڪمان وانگر ها ۽ اهڙا ڪارا ها جهڙا هنجا مٿي
جا وار. هنجو نڪ سنئون ۽ اميراڻي ڍول جو هو ۽
هنجا چپ ڳاڙها پر تمام پريل ڪين ها؛ هنجي ڳچي
ڊگهي هئي پر مضبوط ۽ ٺاهوڪي؛ هنجو ٻت چوغه
سان ڍڪيل هو پر هن نوڪرياڻي سهي ڪيو ته هنجا
هٿ سهڻا ۽ ٺاهوڪا ها ۽ انهن مان هڪڙي ۾ عمدي
هيري جي منڊي پيل هيس.

راڌا راڻي ڪوٺيءَ ۾ گهڙڻ سان نوڪرياڻيءَ کي ٻاهر
ڪڍيو. هنجي ويجهو اچڻ سان جئن راڌا راڻي جي
موهڻي مورت تي هنجي نگاهه پيئي تئن سندس اندر
۾ اهڙو اُمنگ اٿيو جو ڄڻ جيوت ۾ نئون سج اڀريو

آهي. هنجي ٽازي من موهيندڙ سوپيا ڏسي هنجو سڄو سر ہر ڦولجي ويو. هو مڙس ماڻهو ۽ عمر ۾ وڏو هو تنهنڪري پهريائي ڳالهائڻ هنکي هو پر هن نينگر جي سونهن اهڙو موهت ڪري ڇڏيس جو هن کان ڳالهائڻ اڪليوئي ڪين. راڌا راڻي کي هنجي مانٺ ۾ رهڻ ڪري منيان لڳي ۽ چياءِ "مونکي سمجهائيندؤ ته ڪهڙي ڪارڻ ڪري توهان مونسان خلاصي ملاقات ڪرڻ جي کهر ڪئي آهي؟ توهانکي سڌ هوندي ته آءٌ اڻ پرڻيل استري آهيان، ۽ مون جو توهانجي مرضي رکي آهي ته رڳو اسنتيءَ جي مدت ڪرڻ ڪري."

هن ماڻهوءَ چيو ته مونکي هرويرو ڪا اهڙي ٽانگهه کان هئي ته توهانکي روبرو اچي ڏسڻ جو مان لهان.

راڌا راڻي کي انهيءَ تان ويتر چڙ لڳي.

هن وراڻي ڏني ته "ائين ڪئن هوندو؟ توهين هي ڳالهه ڏيان ۾ رکو ته منهنجي ساهيڙيءَ جو توهانکي ڏسڻ لاءِ موڏي لکيو آهي تنهنجو سبب هن ڏيکاريو ئي ڪونهي. جيڪس توهين مونکي پڌائي سگهندؤ؟"

هن ماڻهو هڪڙي پراڻي ڦاٽل اخبار ڪڍي راڌا راڻيءَ کي هٿ ۾ ڏني. هن رڪمڻي ڪمار جي ڳولا بابت ڪا مکيه باوءَ جو ڇپايل اشتهار انهيءَ اخبار ۾ ڏٺو. اجا انهي اشتهار تي نظر پيس ته ائين ڏڪڻ لڳي جڻ ڏاپي واچ ۾ ڪجهيءَ جو وڻ لڏي. هن ڏارئي ماڻهوءَ جي

سو پياوان مهانڊي کي ڏسي دل ۾ چوٽ لڳي ته ٻال اوستا ۾ جنهن ساڻس پلاڻي ۽ سهائتا ڪئي سو هي پرش آهي ڪئن؟ اچرج ۾ پئي لڄ لاهي پريم پرني آواز سان پڇيائينس ”سائين تڏهين رڪمڻي ڪمار بابو شايد لوهين آهيو؟“ هن ورندي ڏني ته نه نه، اهو ڪين آهيان.

اهڙي وراڻي ملڻ تي هوءَ ڏيري رڙهي رڙهي وڃي جاءِ تي وٺي چو ته هڏڪي اهڙي هڻ لڳا ۽ تپوس وني ويو جو بهي ڪين ٿي سگهي.

هن ماڻهوءَ ورجائي چيو ته ”نه، جي آءٌ رڪمڻي ڪمار هجان ها ته تنهنجو سنڀاليندڙ هي اشتهار ڇاپائي ڪين ها، ڇاڪاڻ جو هو مونکي چڱي پر سڃاڻندو هو. پر جڏهين اهو اشتهار اخبار ۾ ڏٺم تڏهين سنڀالي رکي ڇڏيم ته متان ڪنهن ويل ڪم اچي وڃي.“

راڌا راڻيءَ چيو ته ”سائين جي انهي اشتهار جو لوهان سان لاڳاپو ڪونه هو ته پوءِ انکي سانڍي ڇو ٿي رکيو؟“

”ڇو؟ رڳو انهن چرچي ڪاڻ؟ اٺ ڏهه ورهه ٿيا اچي ڪڏ ڪنيم سو انهن پير پيادو وليمس رلندو گهمندو ۽ ڏٺپ ته هوم ته پرينوان ماڻهو ڪلون ڪندم ڇاڪاڻ ته هن ملڪ ۾ آبرو وارا ماڻهو انهن اجايو رلندا نه ولندا آهن؛ تنهنڪري رڪمڻي ڪمار جو ڪوڙو نالو ڪري پاڻ تي ڏيم. لوکي انهي ڳالهه تان اهڙو

لپرس ڇو ٿو لڳي؟" پر راڌا راڻي ٻاڻ سنڀاليو ۽ سندس چهرو وري سرهو ڏسڻ ۾ آيو.

هن ڏاڍي ماٺهوءَ چيو تہ "مونکي اهڙو ماڻهو سڃاڻي ڪونہ ٿو جنهنجو سچو پيو اهڙو نالو هجي. مونکي اها ڳالهہ دل سانئي نٿي لڳي ۽ نڪي وسهڻ ۾ ٿي آئي تہ ڪو منهنجي لاءِ ڳولا ڦولا ٿو ڪري. وري ويچار آيم تہ متان ڪو ڪٽي پڇند ۽ ٻہ هجي تنهنڪري اخبار لڪائي رکي ڇڏيم پر ڪامکيہ بابوءَ سان ڪڏهين انهي ڳالهہ بابت ٻاڦور ڪانہ ڪيم."

"ڀلا پوءِ."

"۽ پوءِ جڏهين تنهنجي سنڀاليندڙ چالاڪو ڪيو تڏهين سندس پٽن مونکي سر وچڻ لاءِ چنايو پر آءٌ ڪم ۾ دل هوس تنهنڪري وچي ڪين سگهيس. جڏهين آءٌ گهر موٽيس تڏهن دل چيم تہ وڃي ساڻن پرچاڻي ڪريان ۽ نہ وڃڻ جي لاءِ معافي بہ وٺان. پور اچي پيم سو اهو اشتهار ٻہ ڪري ساڻ کنيم. ڳالهيون ٻوليون ڪندي ڪامکيہ بابوءَ جي وڏي پٽ کان پڇيم تہ اهو اشتهار ڪنهن ڇپايو ويو هو. هن وراڻي ڏني تہ راڌا راڻيءَ جي ڇوڪر سان ڇپايو ويو هو. آءٌ بہ هڪڙيءَ نيڪر ڪسي گڏيو هوس جنهنجو نالو هو راڌا راڻي ۽ جيتوڻيڪ مون هنکي هڪڙي پيرو ڏٺو هو پر اها مون کان هڪ پلڪ نہ وسري آهي. اها نيڪر جيتوڻيڪ

پاڻ ٻڪ ۾ پاھ پٽي ٿي ۽ ٻه پنھنجي نا چڱي مالا جي
ڪاچ پيچ جي وسنن ونڻ ڪاڻ جھنگلي گلن جا ھار
ناھي وڪڻڻ لاءِ ساڻ کنيا ھواءِ. ميھن اچي ورايو
ھوس سو نراس ٿي کپ چڪ ۽ اونده ۾ ٿاٻا کائيندي
گھر ٿي ويئي. وِچاري! مونکي ھاڻي ھنجي ڏک جي
ياگيري ٿي پوي ۽ ھميون ٿو ھيٺو ٽٽيم. ھن جي دل
کي کھڪاءُ آيو ٿي سا ڳالھ. سندس آواز جھڪي ٿي
وڃڻ کان ٻه پروڙيو ٿي. راڌا راڻيءَ کي ٻه اکين ۾ ڳوڙھا
ڀرجي آيا، پر انھنکي روڪي دل جھلي چوڻ لڳي ته:-
"ھڪڙي نياڳيءَ نندڙي نينگر جي ڏکن جي ڪيتري
ڳالھ ڪندؤ؟ ڇڏيو ڪٿي انھي ڳالھ کي. توھين ڀلائي
ڪري مونکي ٻڌايو تہ توھانجو مون سان ڪھڙو
ڪم آھي؟"

انھي نينگر جي بابت اھڙا کھرا وچن مک مان ڇو
ٿي ڪيڍين؟ ھن جڳه ۾ جيڪڏھن ڪا منڙي نندڙي
ڪماري آھي ته اھا آھي جا مون سان وات ۾ سنگتياڻي
اچي ٿي ھئي. مسافرين ڪندي ڏيساورن گھمندي
جيڪڏھين ڪا اھڙي ڪماري گڏي اٿم جنھنم الم ۽
سريشت ديويءَ جا لڇڻ ۽ گڻ ھا ته اھا منھنجي
سنگتياڻي راڌا راڻي ھئي. جيڪڏھن ڪنھن استريءَ
جي چپن ۾ امرت ھئو ته اھو مون ھن نندڙي سنگتياڻيءَ
ھي سادڙن منڙن ٻولن ۾ ڏٺو ھا، ديوي توھين ڀلي

کلو پڻ لوهان ڪويسرن جي ٻاڙي ۾ پڙهيو هوندو ته منکن جي وندرائڻ لاءِ اپسرائون ڪهڙن ساز وڄائينديون هيون ۽ ڪل نئي پوي ته ڪهڙن ڳالهه هئي، پر انهي نينگر جي سادڙي ۽ سندر منهن ڳالهائڻ مونکي انهن سڀڪي اپسرائن جي يادگيري تي ڏياري، جنهجي من موهيندڙن راڳن جي ڪوي ساک ڏين ٿا. ڪنهن به ناري جي آواز منهنجي دل اهڙي نه موهي، جهڙي هن سادڙي نينگر جي آواز موهي آهي.

رڪمڻي ڪمار (هاڻي هيڪي انهيءَ نالي سان سڏبو) دلپر چيو ته اڄ جو آءٌ آواز ٻڌائنو سو به اهڙو من موهيندڙ آهي. هن نينگر جي ٻاراڻي ڪچي ٻوليءَ ٻڌي وره نبري ويا هئس لب اها اڄ سوپياوان ديوي جا سندس منهن سامهون ويني هئي تدهنجي چتر ٻوليءَ مان سڀي ڪري تي ورتائين، جڻ ته اها ڪالهوڪي ڳالهه هئي. انهي ويچار ۾ هو ته هيءَ ساڳي آهي ڇا؟ آءٌ ڪهڙو مورک آهيان؟ اها هئي غريب ننڍڙي ڏنل بيڪارڻ نينگر ۽ رهندي هئي هڪڙي ننڍائين جهوپڙيءَ ۾ ۽ هي آهي سندر ديوي وڏي ملڪيت جي مالڪياڻي ڪاڏي هوءَ ۽ ڪاڏي هيءَ. جنهن ننڍڙي نينگر جو آواز اڄا منهنجي اندر ۾ ٻيو وڃي لنهنکي مون ٻرابر ڏنو ٻ ڪين هو. مونکي اها ٻ سڌ ڪانهي ته هوءَ سوپياوان هئي يا ڪوجهي هئي؛ پر جي انهيءَ ڪماري

جـي سونهن جي هن سندر ديوي ۾ ڏهين ڀتي هجي ته ٻه اهڙي ناز ڪهڙو پرش اکين ڇڪن نه ڏيندو ۽ هن جي ڪاڻ پنهنجو ساهه قربان نه ڪندو؟

هوڏانهن وري راڌا راڻي هن ڏاڙهي ماڻهوءَ جا اهي مٺا وچن ٻڌي گد گد ٿي ٿـي. اچرج جهڙي ۽ سک دائڪ ويچار سان هن ڪماريءَ جي ڇاتي ڀرجي ويئي "هائو!" هن دلير ڇيو ته اهي جيڪي سندر وچــن توهين اڳين ڏينهن واري ننڍڙي سنگتياڻيءَ بابت چئو ٿـا سي ته سائين اوهانکي ٿا ڄڳائين. سچن اٿن ورهن کان پوءِ هاڻي توهين ڪٿان اچي پيدا ٿيا آهيو؟ ديوتائن وانگيان مٿان سرگ مان اچي لٿا آهيو ڪٿن؟ توهانجي داسيءَ جي پريم ڀريءَ ردي جي ڀڳتي توهانجي اندر ۾ نيت هڻي هند ڪيو آهي ڪٿن؟ توهين سرگ جا ڪڻ ته نه آهيو جو لڪا ولو ٿا ڪمارين جا منهن گهمندا؟ جـي نه ته توهانکي ڪٿن ٿـي سڌ پوي ته هيترا سال منهنجي ويچاري هنڙي ڳجهه ڳوهه ۽ مات مات ۾ ڪٿن ٿي توهانکي پوڄيو آهي؟ هي ڀهريوٿي پيرو هو جو ڏينهن جي صاف سهائي ۾ هـن جوڙي هڪ ٻئي ڏي نيڻ کڻي نهاريو. هر هڪ ٻئي ڏي نهاري دلير ڇيو ته تـو جهڙو ٻيو ڪير آهي؟ هن ساري جڳت ۾ جنهن ۾ مهاساگر نديون نهريون ۽ منکن جي ڏين ٻٽن جي رهڻ جا سندر محل ماڙيون آهن، آهي ڪو ٻيو جيءُ اهڙو

سگهارو سهڻو منڙو ۽ مـن موهيندڙ؟ آهـي ڪو اهڙو وچڙو سڄان ۽ وري اهڙو شانتي مئي، آهي ڪو وري گمڀير، اهـڙو رلڻو ملڻو ۽ وري جـوڳـي حياء وارو؟ هن دلبر ڇيو اڇهو منهنجو پراڻو پـريتم ۽ وري ڪهڙو نئون ۽ اچـرج جهڙو! ڪن ڪن ۾ وڌيڪ نئون ۽ وڌيڪ اچرج جـهـڙو، وڌيـڪ پيارو ۽ گهائل مـائـل ۽ وري اڻ سيڌو ۽ پراهين کـان پراهون ۽ ردي ۾ سانڍيل نـه وري اڳي ڪڏهين نه ڏٺل! اهڙو جيءُ نـه ڪڏهين مون اڳي ڏٺو آهي ۽ نه وري ڪڏهين ڏسندس.

واه! ڪهڙو نه سياڻو ڏيهن! واه! واه! ڪهڙو عشق جو منو معجزو!

ڀهراءِ نينگر ڳالهايـو پوءِ ڀهراءِ جيڪيسو مونجـهه ۾ اڱڪاءُ تيس، ڇاڪاڻ جو هنجي موهڻي آواز ڪل سان ڳڏ لڙڪن جو نشان پڻي ڏيکاريو.

”سائين، توهانکي ياد ٿي ڏياريان ته هيسين ڳاءِ توهان رڳو پنهنجي لنڊڙي بيڪارڻ نينگر جي ڳالهه پئي ڪئي آهي پر اڃان توهان مولکي نـه ٻڌايو ته مـون ۾ ڪهڙو ڪم اٿو.“

واه، راڌا راڻي! جنهن ماڻهوءَ جي ڏسڻ جي خوشيءَ کان اکين ۾ لڙڪ اچي ٿي ويئيءَ، جنهن ماڻهوءَ جـي ورهن جي پريت تنهنجي زبان مان پريم ۽ واکاڻ جا اهڙا وچن ٿي چوايا ”منهنجا آتما جا سوامي“ ”هن غريب

داسيءَ جا آڌار،“ ”جدائيءَ ۾ منهنجو ساهه جو آسانگوءِ“ لنهن سان اهڙي ريت ڳالهائيو آهي؟ پر اها به سچاويڪ ڳالهه آهي ته نون پنهنجي ڪمارپڻي جي وڏائي جي خوشيءَ ۾ پوڄي وڃين ۽ انهي ننڍڙي بيڪارڻ ڪماري راڌاراڻي جو توسان ڪهڙو لاڳاپو هو اهڙي سوال پڇڻ سان هنڪي ڇيڙين؟

وري اهو خيال جاڳيو ته هيترن ورهين پڄاڻان جڏهن ديوتا جي لو پوڄا پئي ڪئي سو تنهنجي آنند ڪارڻ اوتار ڌاري آيو آهي.

هن ڪماري جي اندر جي ترنگ اُٿيا تن لن جو بيان ڪرڻ منهنجو ڪم نه آهي. پلي ته ناريون جيڪي وارتا پڙهنديون ۽ جن پريم جي پٽي پڙهي آهي سي انهي ڳالهه کي وبچائين ۽ ويچار ڪن اهڙي اٽوڪي ۽ جوش ڏياريندڙ حالتن ۾ نه آزمودگار ڪماريءَ کي ڇا ڪرڻ کپندو هو. آءٌ اها ڳالهه مڃانئو ته راڌاراڻي پنهن جي بي پروائي جي هلت ڪري کي ڪجهه لچي تي هئي. سندس مکه مان جئن اُهي لفظ نڪتا تئن اُنهن ۾ عجب طرح جو حڪم جو آواز پئي بکيو، جڻ ته هن اڌڪاري پريتم کي ڇيڻپ تي ڪئي! رڪمني ڪمار جئن نرميءَ سان وراڻي ڏني ته آءٌ انهي ڳالهه تي آيس تي تئن هو تورو لچي ڏسڻ ۾ آيو. توکي ڏنم ته ته گهڻن ڏينهن واري ننڍڙي نيڪر دلبر هيم. اوڏاهي

رات ۾ جڏهن ٻانڌاڻي جو چمڪاٽ ڏسبو آهي تڏهن
جهيڙو آسرو جاڳيم ته هي سندر راڏا راڻي جا منهنجي
اڳيان آهي سا جيڪس منهنجي راڏا راڻي هجي!

ڪاوڙ جو ڏيک ڪري نيڻگو واڪو ڪيو ته سائين
توهانجي راڏا راڻي! اها سندس ڊول بازي هئي سو
جڏهن ڳالهاياءِ پئي تڏهن مرڪياءِ پئي. هنجي ڪلي ڏلائي
اهڙي ريت چوڻ ڪري جيتوڻيڪ هنکي ڪمار پٽي
جي ڏڪار جو ڏيک ڪرڻو هو ته به هنجي چپن مرڪڻ
پئي ڏنو.

پر رڪمڻي ڪمار هنجي خوشيءَ جي آواز جي موڙ
سهي ڪري سهي؛ هندڪي رواجي طرح ساڻس
ڳالهائڻ بدران اهڙي ريت بولياءِ جنهنمان ڳهائلي مائلي
پڙوجي؛ تنهنڪري هو مگن ٿيو.

”آءٌ توهانکي چڱي نڪي سگهان؛ پر جيڪا توهين
ڳالهه ٿا ڪريو تنهنمان پروڙجي ٿو ته توهان ديا ۽ اُدارتا
جي پيشڪ ڪوٺهي ڪئي آهي. سائين وبچار ڪريو
ته جي اوهانجو ديالو ۽ باجهارو سڀاءُ هجي ها ته ماءُ
ڏيءِ جن لنگهڻ پئي ڪيا تن جي بک لاهڻ لاءِ ڪو
اپاءُ نه ڪريو ها؟ توهانجي مک مان جيڪي هيٺئر ٻڌجي
ٿو تنهنمان ڏسجي ٿو ته توهان ڪان هنن جي سهائتا
ڪرڻ وسري ويئي هئي.“

رڪمڻي ڪمار وراڻي ڏني ته ”اها ڳالهه سچي آهي

ته آءٌ انهن جي واهر گهٽي ڪري ڪين سگهيو هوس.
آءٌ ٻيڙيءَ جي رستي رت جاترا ڏسڻ ويو هوس.
آءٌ دستور موجب ويس بدلائي ۽ نالو مٽائي پٽي گهميس،
ته ٻهريءَ کان پوءِ سخت طوفان ۽ مينهن اچي ڪڙڪيو ۽
جهوني لنير ٻيڙيءَ ۾ رهڻ پنهنجي سلامتي نه سمجهيم
لنهنڪري ٻپ کان سڪيءَ تي طوفان ۽ مينهن کي
منهن ڏيڻ چڱو ڀانيم. ٻاڻ سان جيڪي تورا پٽسا هئم-
هئا ته سڀ تورڙا- سي نينگر کي ڏنم- منهنجو ارادو
هو ته صبح جو انهن ويچارن جو وڌيڪ سڌ سماءُ اچي
لهندس پر چا ٿيو جو انهيءَ ساڳيءَ رات خبر اچي سهري
ته منهنجو پيءُ ٻنارس ۾ سخت بيمار آهي. مونکي انهيءَ
پوڙ لکر مان مونٽي هڪ ورهه کن ٿي ويو هو. اُتان
موٽندي سان اچي اها ننڍڙي جهوپڙي ڦولهيم پر ڏسان
ته ماءُ ڌيءُ اها چڏي ويون آهن."

نينگر چيو ته "مونکي هاڻي ٻلائي ڪري ٻڌايو
ته لوهان جي هن ننڍڙي راڌا راڻي سان جو ايتري دل
لڳي سو چو؟ استري ذات کي اهڙي ڳالهه کان اچرج
لڳي ته اهو سياڻيڪ آهي سو جي آءٌ لوهان کان اهڙو
سوال ٿي ڪريان ته ڪميا ڪجو. آءٌ سمجهانٽي ته جڏهين
طوفان اچي لڳو ۽ اوهين مينهن واچ ۾ پسي هلاڪ ٿيا
هئو تڏهين لوهان وچي پنهنجي ننڍڙي سنگتياڻي جي
جهوپڙيءَ ۾ اجهو ورتو هو. ٻلائي ڪري ٻڌائيندؤ ته اُتي

ڪيترو وقت لڙ-يا هئو؟

هن ورندي ڏني تہ رڳو ڪن ماتر لڙسيس. نيڪو گهڻو ئي چيم تہ لڙسو جيسين آءٌ ڏيئو باريان، پر آءٌ ڪسڪي نڪري ويس پرسان بزار ۾ تہ هنجي ڪاڻ ڪپڙن جو وڳو وٺي وڃان.

توهان هنکي ڇيو ٻہ ڪي ڏنو؟

"ڇيو آءٌ ڇا ڏيئي سگهانس ها؟ هائو، هاڻي تہ ياد پويم تہ توورڙي ناڻي جو نوٽ ساڻم هو سو سندن جهوپڙي ۾ ڇڏيو ڪري ويس." ڪرپا ڪري ڪن ڪميا ڪجو آءٌ انهي دم ئي موٽان."

راڏا راڻيءَ هيٺرا ڏينهن اهو نوٽ سنڀالي سانڍي رکيو هو. جنهن ڏريءَ ۾ اهو لڪائي رکيو هوائين تنهن مان اهو ڪڍي موٽي آئي.

هن ڇيو تہ ٻن غريب زالن وٽ اهڙي طرح نوٽ ڇڏيو ڪري وڃڻ مورکتا هئي، هو پڪ ائين جاڻن ها تہ توهين نوٽ اتي وساري ويا آهيو.

رڪمڻي ڪمار ڇيو ائين نہ آهي. راڏا راڻي ڪاڻ آهي لفظ آءٌ پينسل سان ان تي رهڙي ويو هوس؛ پنهنجو مقابل نالو رڪمڻي ڪمار راءِ بہ مٿس لکي ڇڏيو هوم تہ متان هنن ويچارين کي منهنجي ڀُولا ڪرڻ ڪاشہ پوي. منهنجو مطلب هو تہ هنن کي انهي ھلاڪي کان ڇڏايان.

راڏا راڻي واڪو ڪيو ”واه سائين واه! توهان اهو ڏاڍو انڌير ڪيو آهي. توهان ڪي ائين ڇالاءِ ٿو ڀوري ۾ گهيل نينگر کي هيترا سارا ورهه پنهنجي سهاڳ جي ابڪار محرڙ جو وجهه نه ملي سا نسوري بيرحمي آهي؟ هاڻي ڇٽو ته جڏهن مٿر آيت ڪال ۾ هن سان واهر ڪئي هئي تنهنڪي ڳولڻ لاءِ توهانجي راڏا راڻيءَ کي واڄڻي سبب هو ڪين نه؟

ائين چوندي هن اُهو نوٽ ڪٽي هنجي هٿ ۾ ڏنو ۽ هنجي پيرن تي ڪري چوڻ لڳي: ”منهنجا ڏٽي ۽ سوامي اهي ڏيهن تنهنجي پلائي منهنجي پياري ماتا جي جان بچائي. هن ڪنور دستر سنسار ۾ سائين، اوهان بنا ٻئي ڪنهنکي پنهنجو پريم ارپن ڪريان، مون توهانجي اڳيان سر نمايو آهي سو ٻئي ڪنهنجي اڳيان نه جهڪائينديس.“

جڏهين هي جوين وان جوڙو هن گڏجاڻي جي گهومات مان ڪجهه سامت ۾ آيو تڏهين راڏا راڻيءَ چيو:-

”سائين توهان مونکي ڇيو آهي ته توهانجو سچو نالو رڪمڻي ڪمار نه آهي. توهين ڪرپا ڪري هن پنهنجيءَ داسيءَ کي ٻڌائيندؤ ته اڳتي توهانکي آءٌ ڪهڙي نالي سان سڏيان؟

”ديوي، منهنجو نالو آهي ديويندر ناٿ راءِ.

”مون ماڻهن کان راڄا ديويندرناٿ جو نالو
ٻڌو آهي.“

ٻهراڙيءَ جا ماڻهو مونکي برابر اهڙا پدوي ڏيندا
آهن. توهين جيڪڏهين مونکي ڪمار ديويندرناٿ راءِ
ڪري سڏيندؤ ته آءٌ ان ۾ پنهنجو پورو مان ڄاڻندس؟

”ائين آهي ته تڏهين توهانکي هڪڙي وينتي
ڪرڻ جي آءٌ جرائت ٿي ڪريان. جڏهين هاڻي سڌ
پيئي آهي ته اسين هڪ نياڻ جا ماڻهو آهيون تڏهين
مونکي اهڙا آس آهي ته مهنجو مهربان سهاڳ اڄ
مهنجي مهماني قبولي.“

راڄا ڪرپا ڌاري چيو ”ديوي! جي توهانجي اها
اڇا آهي ته توهانجي گهر مان روٽي ٽڪر کائڻ ڌاران
وڃڻ ڪري مونکي ارمان ٿيندو.“

پنهنجي ڏياڻي جي آگيا سان مکيه داروغو راڄا کي
مرداني بيٺڪ خاني (اوطاق) ۾ وٺي ويو ۽ هنجي
آرام لاءِ جوڳو پربند ڪياءِ. ٽاڻي سر رسوئي پڄي
آڻي رکيائون ۽ گهر ڏياڻي پنهنجي مانائتي مهمان کي
کارايو.

جڏهين روٽي کائي چڪو تڏهين راڌا راڻي چيو
”ڪيترن ورهن لاڳر آءٌ آس رکي ويٺي آهيان ته
مونکي پنهنجي سهاڳ جي شيوا ڪرڻ ۽ ٽوري لاهڻ
جو من ڪو وجهه ملي. مون هڪڙي ٽورڙي سوکڙي

تيار ڪري رکي آهي سا ڪرپا ڪري توهين قبول ڪريو. هي هار ڪو اهڙو ملهائتو نه آهي پر جي مهاراج جن جي مانواري ڳهر واري پائيندي ته منهنجو منهن مٿي ٿيندو ڇاڪاڻ جو اوهان ۽ اوهان جي ڪٽنب جي ٿوري ۾ آءٌ پاڻکي ڳهيل ٿي پانيان."

اٿين چئي هن پنهنجي مهمان کي هڪڙو عمدو هيري جو هار ڏنو سو اهڙو چلڪڻو هو جهڙو اُڀ ۾ اڌ رات جو ڪتين جو جڳهڻو چلڪندو آهي.

پر راجا وراڻي ڏني ته "مانواري ديوي! ڀليڪي هوندي منهنجي استريءَ جي چالاڻي کي ڏهه وره نبري ويا آهن ۽ آءٌ وري ڪونه پرڻيو آهيان."

راڌا راڻي خوشيءَ ۽ مونجهاري ۾ پوڄي ويئي پر پاڻ کي سنڀالي وراڻ ۽ چاهه سان ۽ پڳوري ٻولي ۾ چياءِ "سائين، توهانجي داسيءَ جا سوکڙي توهان لاءِ سنڀاهي رکي آهي سا منهنجي وينتي مڃي قبول ڪريو. موڪل ڏيوم ته هي هارڙو مهاراج جن جي سونهاري ڳچيءَ ۾ ڪڻي وجهان."

اٿين چوندي هن نيڪر مرڪيو ۽ اُهو عمدو ۽ چلڪڻو ڳهڻو راجا جي ڳچيءَ ۾ ڪڻي وڌاءِ.

ديويندرانات پاڻکي اهڙي ٺاهوڪي ڳهڻي سان سينگاريل ڏسي ڪلي ڏنو.

هن پڇيو ته "هي سندر هار سچ پچ منهنجو ٿيو؟"

جي ۽ توهين ڪرپا ڪري اهو انگيڪار ڪريو.

هن گنڀيرتا سان ورندي ڏني ته آءٌ اهو انگيڪار ڪريانئو ۽ هاڻي جڏهين هي منهنجو آهي، تڏهين جنهنکي وڻيم تنهنکي ڪٽي ڏيان.

مهاراج جن جي پائڻ جوڳو نه آهي، ته جڏهن راڻيون ڪندا آهن، تڏهن ڪنهين به لائق ماڻهوءَ کي ڪٽي بخش ڪريو.

"هي هار منهنجي پائڻ لائق نه آهي يا ائين چئجي ته آءٌ هن هار جي پائڻ لائق نه آهيان؛ توهان جهڙي سندري اهڙو سندر هار پائي ته نهي. تنهنڪري آءٌ اوهانکي اهو سوکڙي ٿو ڏيان."

انهيءَ ريت اڳين سمي جي دستور پر ماڻهي پورش ۽ ڪماريءَ هارن متائڻ سان وياهه ڪيو. راجا راڌا راڻي جي سنهڙي ۽ سندر ڳچي ۾ اهو هار ڪٽي پاتو.

راڌا راڻي انهي ڪري ناخوش ڪين ٿي. هن هڪ کن ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيو ۽ پوءِ چشمن ۽ عجب پريل نيڻن سان پنهنجي مهمان ڏي نهاريائين. راجا هنجي دل جو حال سمجهو. هو هار آءٌ قبول ڪري نه سگهيس تنهنڪري توهانکي ڪٽي ڏنم. هاڻي توهين مونکي بيو هار ڪين ڏيندؤ؟ بيو ڪهڙو؟

توهانجي چاليءَ سان لڳل هار جو توهين پائيندا آهيو.

راڌا راڻي نوڪرياڻي کي سڏ ڪيو واڪو ڪري

چياءِ: اهي آهين؟

چترا هي اشچرج جهڙو کيل پرديءَ پنهنجي ڏنو، هن چيو سائڻ اڇا آءٌ آئي آهيان.

اڌا راڻي چيو منهنجو ناد ڪٿي آهي؟

(هتي پانڪن کي سمجهائڻ گهرجي ته خوشيءَ منگليڪ ڪارجن جي وقت تي استريون ناد وڄائينديون آهن) چترا وراڻي ڏني ته ديوي، اڇو هي ناد.

اڌا راڻي آنند ۾ ڀرجي چيو چڱو تڏهين، جيترو تي سگهجي اوترو زور سان وڄائينس.

۽ پوءِ هن سندر ڪماريءَ مرڪي پنهنجو چالي سان لڳل گرم ۽ سرهو سڳنڌيو هار ڳچيءَ مان ڇوڙي پنهنجي پريءَ جي ڳچيءَ ۾ ڪٽي پاتو. چترا وٺي ڏاڍيان ناد وڄايو ته سڀ ڪنهن نندي وڏي کي سڌ پوي ته هڪڙو تمام وڏو ۽ ڀاري ڪارج ٿيو آهي!

توهين پڇو ٿا ڇا ته هن جوڙي واري جوڙي جو پرڻو برابر ٿيو ڪين؟ هائو، بيشڪ هو پرڻيا ۽ بسنتي ۽ هنجا پائر سڀئي شادي تي آيا ها ۽ راجا جي ماڻهن جو به دل آيو هو. بس هاڻي راڌا راڻي جي ڏکن ۽ سکن جون گهڻيونئي ڳالهيون پڌيو.

## پورو ٿيو

# سرگواسي ديوان ڪوڙيمل جا

## لکيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| [۱] | آريه ناري چرتر | ۱-۸-۰ ڪپڙي ويل |
| [۲] | ساهي جا سلوڪ ڀاڱو ۱ | ۰-۱۱-۰ " |
| [۳] | " " " ڀاڱو ۲ | ۰-۱۴-۰ |
| [۴] | " " " ڀاڱو ۳ | ۰-٦-۰ ڪپڙي ويل |
| [۵] | رتناولي (ناٽڪ) | ۰-۱۲-۰ |
| [٦] | مهاتمائن جا درشن | ۰-۵-۰ |
| [۷] | روهڻي (ناول) | ۱-۰-۰ |
| [۸] | هري درشن | ۰-۴-۰ |
| [۹] | پدارٿ سکيا | ۰-٦-۰ |
| [۱۰] | ڪيتي ۲ ڀاڱا | ۰-۷-۰ |
| [۱۱] | چندرمکي (ناول) | ۰-۸-۰ |
| [۱۲] | ڀيشم پتامهه | ۰-٦-۰ |
| [۱۳] | شري چيتن ديو | ۰-۲-٦ |
| [۱۴] | جڳديو | ۰-۱-٦ |
| [۱۵] | نامديو | ۰-۱-۰ |

ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل

سنڌار سيا حيدرآباد سنڌ.

# کوڙيمل سنڌي ساهتيہ منڊل

## جا نوان ڇپايل ڪتاب

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| [١] قومي پروانا | ١-١٢-٠ |
| [٢] هند جو سڳُر | ١-١٢-٠ |
| [٣] انصاف (قومي ناول) | ١-١٢-٠ |
| [۴] ساهي جا چونڊ سلوڪ | ١-٨-٠ |
| [٥] سوامي رام تيرٿ | ١-٨-٠ |
| [٦] شري يوگ واشٽ سار | ١-٦-٠ |
| [٧] گلابي گل | ١-۴-٠ |
| [٨] ويرٿا جا ورق | ١-٠-٠ |
| [٩] حڪيمن جو رهبر | ٢-٠-٠ |
| [١٠] سک جي سکيا | ١-٠-٠ |
| [١١] ڏکن پٺيان سک | ٠-١٢-٠ |
| [١٢] پياري آهر | ٠-١٢-٠ |
| [١٣] ڀڳوت گيتا | ٠-٨-٠ |
| [١۴] ڇتر | ٠-٦-٠ |
| [١٥] ڪايا ڪلپ | ٠-۴-٠ |

کوڙومل سنڌي ساهتيہ منڊل

سدار سيا حيدرآباد سنڌ.

# چونڊ عمدا ڪتاب

| | |
|---|---|
| ميراڻي سنڌري | ١-۴-٠ |
| چٽڪون (چونڊ مضمون) | ١-٨-٠ |
| گلدستو | ٢-٠-٠ |
| ٽارن جو ابياس | ١-٠-٠ |
| جيوت جا ورق | ٠-١۴-٠ |
| روشن راه | ١-٠-٠ |
| وديارٿي جيون | ١-٠-٠ |
| باغبان | ١-٨-٠ |
| صحت جو رهبر | ٠-١۴-٠ |
| سدا گلاب | ١-٨-٠ |
| املھ رتن | ٠-١٢-٠ |
| شري ڪرشڻ گيتا | ٠-١٠-٠ |
| چرتر سينگار | ٠-١۴-٠ |
| سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | -١٢-٠ |
| پراچين سنڌو سڀيتا | ١-٨-٠ |

نوٽ - وڏي ڪتابن جي لسٽ لکڻ تي موڪلي ويندي

**ڪوڙومل سنڌي ساهتيه منڊل**

ستار سڀا حيدرآباد سنڌ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيکڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعويٰ کري ٿـو تـہ پَکَ ڄاڻو تـہ اُهو کُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ کيا ويندا. جيکڏهن کـو اهڙي ڪوشش کري ٿو تہ پَکَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ کُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ کَم کار سَهکاري ۽ رَضاکار بنيادن تي ٿين، پر ممکـن آهي تـہ کي کم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِکَبِئـي جي مدد کَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ کنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران کتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize کرڻ جي عَملَ مان کـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل کـرڻ جي ڪوشش نہ کئي ويندي.

کتابن کي ڊِجيِٽائِيز کرڻ کان پو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو کم کرڻ وارن مـان جيکـڏهن کـو پيسا کمائي سگهي ٿو تہ پلي کمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجههَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)